# مقدمو

## باب پهريون

### ان ڳالهہ جو بيان تہ ايمان کان سواءِ دين جي ٻين مسئلن ۾ بہ چئني فقهي امامن جو عقيدو ساڳيو آهي.

### باب ٻيو: امام ابو حنيفہ ﷫ جو عقيدو

الف: توحيد جي باري ۾ سندس قولَ

ب: تقدير جي باري ۾ سندس قولَ

ج: ايمان جي باري ۾ سندس قولَ

د: اصحابي سڳورن رضي الله عنهم جي باري ۾ سندس قولَ

هہ- دين ۾ ڪلام ڪرڻ ۽ اجاين بحث بازين کان روڪڻ

### باب ٽيون: امام مالڪ بن انس ﷫ جو عقيدو

الف: توحيد جي باري ۾ سندس قولَ

ب: تقدير جي باري سندس قولَ

ج: ايمان جي باري ۾ سندس قولَ

د: اصحابي سڳورن رضي الله عنهم جي باري ۾ امام ابوحنيفہ جا قولَ

هہ: دين ۾ ڪلام ڪرڻ ۽ اجاين بحث بازين کان روڪڻ

د: اصحابي سڳورن جي باري ۾ سندس قولَ

### باب چوٿون: امام شافعيءَ ﷫ جو عقيدو

الف: توحيد جي باري ۾ سندس قولَ

ب: تقدير جي باري سندس قولَ

ج: ايمان جي باري ۾ سندس قولَ

د: اصحابي سڳورن رضي الله عنهم جي باري ۾ امام ابوحنيفہ جا قولَ

هہ: دين ۾ ڪلام ڪرڻ ۽ اجاين بحث بازين کان روڪڻ

د: اصحابي سڳورن جي باري ۾ سندس قولَ

# باب پنجون: امام احمد بن حنبلؒ رحمه الله جو عقيدو

**الف**: توحيد جي باري ۾ سندس قولَ

**ب**: تقدير جي باري سندس قولَ

**ج**: ايمان جي باري ۾ سندس قولَ

**د**: اصحابي سڳورن رضي الله عنهم جي باري ۾ امام ابوحنيفہ جا قولَ

**هہ**: دين ۾ ڪلام ڪرڻ ۽ اجاين بحث بازين کان روڪڻ

**د**: اصحابي سڳورن جي باري ۾ سندس قولَ

# مقدمو

ان الحمد لله نحمده ونستعينه ونستهديه ونستغفره، ونعوذ بالله من شرور انفسنا و سيئات اعمالنا، من يهده الله فلا مضل له، و من يضلل فلا هادي له، واشهد ان لا اله الا الله وحده لا شريک له، واشهد ان محمدا عبده ورسوله. ﴿ يَـٰٓأَيُّهَا ٱلَّذِينَ ءَامَنُواْ ٱتَّقُواْ ٱللَّهَ حَقَّ تُقَاتِهِۦ وَلَا تَمُوتُنَّ إِلَّا وَأَنتُم مُّسۡلِمُونَ ﴿١٠٢﴾ ﴾ آل عمران: ١٠٢ ﴿ يَـٰٓأَيُّهَا ٱلنَّاسُ ٱتَّقُواْ رَبَّكُمُ ٱلَّذِي خَلَقَكُم مِّن نَّفۡسٖ وَٰحِدَةٖ وَخَلَقَ مِنۡهَا زَوۡجَهَا وَبَثَّ مِنۡهُمَا رِجَالٗا كَثِيرٗا وَنِسَآءٗۚ وَٱتَّقُواْ ٱللَّهَ ٱلَّذِي تَسَآءَلُونَ بِهِۦ وَٱلۡأَرۡحَامَۚ إِنَّ ٱللَّهَ كَانَ عَلَيۡكُمۡ رَقِيبٗا ﴿١﴾ ﴾ النساء: ١ ﴿ يَـٰٓأَيُّهَا ٱلَّذِينَ ءَامَنُواْ ٱتَّقُواْ ٱللَّهَ وَقُولُواْ قَوۡلٗا سَدِيدٗا ﴿٧٠﴾ يُصۡلِحۡ لَكُمۡ أَعۡمَٰلَكُمۡ وَيَغۡفِرۡ لَكُمۡ ذُنُوبَكُمۡۗ وَمَن يُطِعِ ٱللَّهَ وَرَسُولَهُۥ فَقَدۡ فَازَ فَوۡزًا عَظِيمًا ﴿٧١﴾ ﴾ الأحزاب: ٧٠ - ٧١

اما بعد! مون ”امام ابو حنيفہ جي نظر ۾ دين جا اصول“ جي موضوع تي ڊاڪريٽ جي ڊگري حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ مفصل مقالو لکيو هو ۽ ان جي مقدمي ۾ ٽن امامن يعني مالڪ، شافعي ۽ احمد جي عقيدي جي تلخيص بہ شامل ڪري ڇڏي هئي. تنهن تي ڪن عالمن مون کان گهر ڪئي تہ انهن ٽنهي امامن جي عقيدي جو ڌار ڌار ذڪر ڪريان، پر مون ائمہ اربعہ جي عقيدي جي ذڪر جي تڪميل جي پيشِ نظر اهو مناسب سمجهيو تہ پنهنجي ڪتاب جي مقدمي ۾ جيڪي ڪجهہ مون بيان ڪيو آهي، ان سان گڏ هن بحث جي بہ تلخيص شامل ڪري ڇڏيان، جنهن ۾ مون توحيد، تقدير ۽ ايمان ۽ اصحابين جي باري ۾ امام ابوحنيفہ جي عقيدي ۽ علم ڪلام جي باري ۾ سندس موقف کي تفصيل سان بيان ڪيو آهي.

الله کان دعا آهي تہ اهو هن عمل کي قبوليت جي سند عطا فرمائي ۽ اسان سڀني کي پنهنجي ڪتاب ۽ پنهنجي رسول ﷺ جي سنت تي هلڻ جي توفيق عطا فرمائي ۽ الله هن قصد جي پنيان آهي ۽ اهو ئي اسان لاءِ ڪافي آهي ۽ بهترين ڪارساز آهي.

**محمد بن عبدالرحمٰن الخميس**

# باب پهريون

## ان ڳالهہ جو بيان تہ ايمان کان سواءِ دين جي ٻين مسئلن ۾ بہ چئني فقهي امامن جو عقيدو ساڳيو آهي.

چئن ئي امامن، ابوحنيفہ، مالڪ، شافعي ۽ احمد جو عقيدو اهو ئي آهي، جيڪو ڪتاب ۽ سنت ۾ بيان ڪيل آهي ۽ جنهن تي اصحابي ۽ تابعي بہ هلندڙ هئا. الحمد الله انهن امامن ۾ دين جي بنيادي اصولن بابت ڪوبہ ٽڪراءُ نہ آهي، بلڪ اهي سڀ الله تعاليٰ جي صفتن تي ايمان آڻڻ جي سلسلي ۾ يڪراءِ آهي ۽ ان ڳالهہ تي بہ تہ قرآن، الله جو ڪلام آهي، مخلوق نہ آهي ۽ ان ڳالهہ تي بہ تہ ايمان آڻڻ لاءِ دل ۽ زبان جي تصديق ضروري آهي ۽ اهي عالم، اهل ڪلام يعني جهميہ وغيره کي رد ڪندا هئا، جيڪي يوناني فلسفي ۽ ڪلامي مذهبن کان متاثر هئا. شيخ الاسلام ابن تيميہ لکي ٿو تہ:

”.....پر ٻانهن تي الله جي اها رحمت آهي جو جن امامن تي امت جو اعتبار آهي، جهڙوڪ ائمہ اربعليہ السلام وغيره....اهي امام اهل ڪلام يعني جهميہ وغيره تي قرآن ۽ ايمان ۽ رب تعاليٰ جي صفتن جي باري ۾ سندن عقيدن جي ڪري تنقيد ڪندا هئا ۽ پاڻ کان اڳ جي عالمن جي ان ڳالهہ تي متفق هئا تہ الله کي آخرت ۾ ڏٺو ويندو ۽ قرآن الله جو ڪلام آهي، مخلوق نہ آهي ۽ ايمان لاءِ دل ۽ زبان جي تصديق ضروري آهي.([1])

۽ اهو بہ لکيو اٿس تہ : ”سيئي مشهور امام الله تعاليٰ جي صفتن کي مڃين ٿا ۽ چون ٿا تہ قرآن، الله جو ڪلام آهي، مخلوق نہ آهي ۽ چون ٿا تہ الله تعاليٰ کي آخرت ۾ ڏٺو ويندو، اهو ئي اصحابي سڳورن رضي الله عنهم جو مذهب آهي ۽ اهو ئي ائمہ متبوعين (يعني اهي امام، جن جي پيروي ڪئي ويندي آهي- سنڌيڪار)، جهڙوڪ مالڪ بن انس، ثوري، ليث بن سعد، اوزاعي، ابوحنيفہ، شافعي ۽ احمد جو مذهب آهي.“([2])

شيخ الاسلام ابن تيميہ کان امام شافعي جي عقيدي جي باري ۾ پڇيو ويو تہ وراڻيائين تہ: ”امام شافعي جو عقيدو ۽ سلف امت، جهڙوڪ مالڪ، ثوري، اوزاعي، ابن مبارڪ، احمد بن حنبل ۽ اسحاق بن راهويہ جو عقيدو اهو ئي آهي، جيڪو انهن ماڻهن جو عقيدو آهي، جن جي اقتدا (پوئواري) ڪئي ويندي آهي، مثال طور فضيل بن عياض، ابو سليمان داراني ۽ سهل بن عبدالله تستري وغيره، چو تہ انهن امامن ۾ ۽ انهن جهڙن ٻين عالمن ۾ دين جي بنيادي اصولن جي باري ۾ ڪوبہ ٽڪراءُ نہ آهي ۽ اهو ئي معاملو ابو حنيفہ جو بہ آهي، چو تہ توحيد ۽ تقدير وغيره ۾ ڪانئن جيڪو عقيدو ثابت آهي، اهو، انهن ماڻهن

---

[1] ڪتاب الايمان، ص 350، 351، دارالطباعہ المحمديہ، تعليق: محمد الهراس

[2] منهاج السنہ 106/20

جي عقيدي جهڙو آهي ۽ انهن ماڻهن جو عقيدو اهو ئي آهي، جنهن تي اصحابي ۽ تابعي بزرگ ڪاربند هئا ۽ اهو ئي ساڳيو عقيدو آهي، جنهن کي قرآن ۽ سنت بيان ڪيو آهي.[1]

ساڳي ڳالهه علامہ صديق حسن خان بہ ڪئي آهي، پاڻ لکي ٿو تہ:

”اسانجو ۽ آڳاٽن عالمن جو مذهب اهو ئي آهي تہ اثبات بلا تشبيہ[2] ۽ تنزيہ بلا تعطيل[3]، ۽ اهو ئي ائمہ اسلام، جهڙوڪ مالڪ، شافعي، ثوري، ابن مبارڪ ۽ امام احمد وغيره جو مذهب آهي. انهن امامن ۾ دين جي بنيادي اصولن تي ڪوبہ ٽڪراءُ ڪونهي ۽ ساڳيءَ طرح ابو حنيفہ رضي الله عنہ آهي، ڇو تہ جيڪو سندس عقيدو ثابت آهي، اهو انهن ماڻهن جي عقيدي جهڙو آهي ۽ اهو ساڳيو عقيدو آهي، جيڪو قرآن ۽ سنت ۾ بيان ڪيل آهي.“[4]

ڇئني ائمہ متبوعين (يعني اهي امام، جن جي پيروي ڪئي ويندي آهي- سنڌيڪار) کي ئي ڏسو، ابو حنيفہ، مالڪ، شافعي ۽ احمد دين جي بنيادي اصولن جي مسئلن بابت جيڪو عقيدو رکن ٿا ۽ علم ڪلام جي باري ۾ انهن جو جيڪو موقف آهي، ان جي لحاظ کان سندن قولن جو هڪ مجموعو ملاحظہ فرمايو!

---

[1] مجموع الفتاوي 256/5

[2] اثابت بلا تشبيہ يعني ڪنهن بہ شيءِ سان وجود باري تعاليٰ جي پيٽ نہ ڪرڻ. جيتوڻيڪ قرآن ۽ حديث ۾ خدا تعاليٰ لاءِ هٿ، پير وغيره منسوب ٿيل آهن، پر انهن جي پيٽ ڪنهن بہ ڏنل شيءِ سان نہ ڪرڻ ۽ الله جي فرمان ”ليس ڪمثل شيءِ“ تي دل جي گهراين سان يقين رکڻ — سنڌيڪار

[3] تنزيہ بلا تعطيل يعني بلا دليل الله تبارڪ و تعاليٰ جي پاڪائي تسليم ڪرڻ- سنڌيڪار

[4] قطف الثمر ص 47، 48

# باب ٻيو

## امام ابو حنيفہ رحمه الله جو عقيدو

### الف: توحيد جي باري ۾ سندس قولَ:

پهريون: الله جي توحيد، وسيلو وٺڻ جي شرعي طريقي جو بيان ۽ جڙتو طريقي جي رد جي باري ۾ سندس عقيدو:

(1) ابو حنيفہ جو بيان آهي تہ: "ڪنهن لاءِ مناسب نہ آهي تہ الله کان دعا گهري، پر سندس ئي واسطي سان، (يعني سڌو سنئون الله کان دعا گهري) ۽ جنهن قسم جي دعا جي اجازت آهي، جنهن جو حڪم آهي، اها ساڳي آهي، جيڪا الله تعاليٰ جي هن قول مطابق آهي تہ: ﴿وَلِلَّهِ ٱلْأَسْمَآءُ ٱلْحُسْنَىٰ فَٱدْعُوهُ بِهَا ۖ وَذَرُوا۟ ٱلَّذِينَ يُلْحِدُونَ فِىٓ أَسْمَـٰٓئِهِۦ ۚ سَيُجْزَوْنَ مَا كَانُوا۟ يَعْمَلُونَ ﴿١٨٠﴾﴾ الأعراف: ١٨٠

يعني: ۽ الله جا نالا موچارا آهن، بس ڪيس انهن (نالن) سان ئي پڪاريندا ڪريو ۽ انهن ماڻهن کي ڇڏي ڏيو، جيڪي سندس نالن ۾ الحاد ڪن ٿا، انهن کي، جيڪي ڪجهہ اهي ڪري رهيا آهن، ان جو بدلو جلد ئي ڏنو ويندو.[1]

(2) ابوحنيفہ جو بيان آهي تہ: "اهو مڪروه آهي تہ گهرڻ وارو ائين چوي تہ مان فلاڻي جي واسطي، يا تنهنجن نبين ۽ رسولن جي واسطي يا بيت حرام ۽ مشعر حرام جي واسطي توکان سوال ڪريان ٿو."[2]

(3) ابوحنيفہ اهو بہ چوي ٿو تہ: "ڪنهن لاءِ مناسب نہ آهي تہ الله کان دعا گهري، پر سندس ئي واسطي سان، (يعني سڌيءَ طرح الله کان دعا گهري) ۽ آئون ان کي مڪروه ٿو سمجهان تہ دعا گهرڻ وارو ائين چئي تہ تنهنجي عرش جي عزت جي بندش گاهہ جي واسطي سان [3] يا تنهنجي مخلوق جي واسطي."[1]

---

[1] الدر المختار مع حاشيہ رد المختار 6/ 396، 397

[2] شرح العقيده الطحاويہ ص 234، اتحاف الساده المتقين 285/2، شرح الفقہ الاڪبر، ملا علي قاري ص 198

[3] امام ابوحنيفہ ۽ محمد بن حسن اها ڳالهہ مڪروه قرار ڏني آهي تہ ماڻهو پنهنجي دعا ۾ ائين چوي تہ "اي الله! مان تنهنجي عرش جي بندش گاهہ جي واسطي سوال ڪريان ٿو" چو تہ ان جي اجازت جي باري ۾ ڪابہ نص ڪانهي، البتہ ابو يوسف ان کي جائز ڪونيو آهي، چو تہ کيس سنت منجهان ان جي نص ملي وئي هئي، جنهن ۾ ائين آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ جي اها دعا گهري تہ "اي الله! مان توکان تنهنجي عرش جي عزت جي بندش گاهن ۽ تنهنجي ڪتاب جي رحمت جي آخري حد جي واسطي سوال ڪريان ٿو." هن حديث کي بيهقيءَ، "ڪتاب الدعوات الڪبير" ۾ روايت ڪيو آهي. جيئن"بنايہ" 382/9 ۽ "نصب الرايہ" 272/4 ۾ بيان ڪيل آهي، پر ان جي سند ۾ ٽي خاميون آهن: (1) دائود بن عاصم، ابن مسعود کان نہ ٻڌو آهي. (2) عبدالملڪ بن جريج مدلس آهي ۽ ارسال ڪري ٿو. (3) عمر بن هارون تي ڪوڙ ڳالهائڻ جي تهمت لڳل آهي، ان ڪري ابن جوزيءَ چيو آهي، جيئن بنايہ 382/9 ۾ آهي تہ بيشڪ اهاحديث موضوع (يعني هٿ ٺوڪي) آهي ۽ ان جي سند درست نہ آهي. وڌيڪ ذڪر اڳتي بہ ايندو.

ٻيو: صفتن کي مڃڻ ۽ جهميہ جي رد ۾ سندس قول:

(4) پاڻ فرمائي ٿو تہ الله تعاليٰ کي مخلوق جي صفتن سان نٿو ڀيٽي سگهجي، سندس غضب ۽ سندس رضا، سندس صفتن منجهان ہہ بلا ڪيف صفتون آهن ۽ اهو ئي اهل السنہ والجماعت جو قول آهي. هو ڪاوڙبو آهي ۽ راضي ٿيندو آهي، پر ائين نٿو چئي سگهجي تہ سندس غضب مان مراد سندس پاران ڪنهن کي سيکت ڏيڻ آهي ۽ سندس رضا مان مراد سندس پاران ڪنهن کي ثواب پهچائڻ آهي ۽ اسان ان کي ائين ئي متصف ڪنداسين، جيئن هو پنهنجو پاڻ کي متصف ڪندو آهي. هو هڪ آهي، بي نياز آهي، نہ هن ڪنهن کي ڄائو آهي ۽ نہ ئي ڪيس ڪنهن ڄڻيو آهي ۽ نہ ئي سندس ڪو مَٽ آهي. هو زنده آهي، قادر آهي، ٻڌڻ وارو آهي، ڏسڻ وارو آهي، عالم آهي، الله جو هٿ انهن جي هٿن جي مٿان آهي ۽ سندس مخلوق جي هٿ جهڙو نہ آهي ۽ سندس چهرو، سندس مخلوق جي مهانڊن جهڙو نہ آهي.[2]

(5) اهو ہہ چوي ٿو تہ: "سندس هٿ، چهرو ۽ نفس آهن، جيئن الله تعاليٰ قرآن ۾ بيان فرمايو آهي ۽ جنهن شيءِ کي الله تعاليٰ قرآن ۾ بيان ڪيو آهي، يعني چهري، هٿ ۽ نفس جي باري ۾ تہ اهي سندس بلا ڪيف صفتون آهن ۽ اهو نہ چيو ويندو تہ سندس هٿ، سندس قدرت يا نعمت آهن، ڇو تہ ان ۾ صفت رد آهي ۽ اهو تقدير جي منڪرن ۽ معتزلہ جو قول آهي."([3])

(6) اهو ہہ فرمائي ٿو تہ:"الله جي ذات جي باري ۾ ڳالهائڻ ڪنهن لاءِ مناسب نہ آهي، بلڪہ ان کي، ان ئي صفت سان متصف ڪري، جنهن سان پنهنجو پاڻ کي متصف ڪيو اٿس ۽ ان جي باري ۾ ڪجهہ نہ چوي، الله رب العالمين بابرڪت ۽ بلند ترين آهي."[4]

(7) جڏهن ڪانئس نزول الاهي جي باري ۾ پڇيو ويو تہ وراڻيائين تہ:"هو بلا ڪيف نازل ٿيندو آهي."[5]

(8) ابو حنيفہ اهو ہہ چوي ٿو تہ:"الله تعاليٰ کي مٿي (توجهہ ڪري) پڪاريو ويندو، هيٺ نہ، ڇو تہ هيٺ ٿيڻ جو ربوبيت ۽ الوهيت جي وصف سان ڪوئي تعلق نہ آهي."[1]

---

ڏسو تهذيب التهذيب 189/3، 405/6، 501/7، تقريب التهذيب 520/1، تقريب التهذيب 520/1

[1] التوسل والوسيلہ ص 82 ۽ ڏسو شرح الفقہ الاڪبر ص 198

[2] الفقہ الابسط ص 56

[3] الفقہ الاڪبر: ص 302

[4] شرح العقده الطحاويہ (427/2) تحقيق: ڊاڪٽر عبدالله ترڪي، جلاءِ العينين ص 368

[5] عقيده السلف اصحاب الحديث ص 42، طبع: دارالسلفيہ، الاسماءِ والصفات بيهقي ص 456، ڪوثريءَ ان سلسلي ۾ خاموشي اختيار ڪئي آهي ۽ شرح العقيده الطحاويہ ص 245، بتخريج الباني، شرح الفقہ الاڪبر للقاري ص 51

(9) اهو بہ فرمايو اٿس تہ:”هو ڪاوڙبو آهي ۽ راضي بہ ٿيندو آهي، پر اهو نہ ٿو چئي سگهجي تہ سندس ڪاوڙ، سندس پاران ڏنل سزا آهي ۽ سندس رضا، سندس پاران ڏنل ثواب آهي.“[2]

(10) اهو بہ چيو اٿس تہ :”هو پنهنجي مخلوق جي شين مان ڪنهن جهڙو بہ ناهي ۽ پنهنجي مخلوق جهڙو بہ نہ آهي.“[3]

(11) اهو بہ فرمايو اٿس تہ:”سندس صفتون، مخلوق جي صفتن جي ابتڙ آهن. هو ڄاڻي ٿو، پر اهو ڄاڻڻ اسان وانگر نہ آهي. هو قدرت رکي ٿو، پر اها قدرت اسان جهڙي نہ آهي. هو ڏسي ٿو، پر اهو ڏسڻ اسان جي ڏسڻ جهڙو نہ آهي. هو ٻڌي ٿو، پر اهو ٻڌڻ اسانجي ٻڌڻ جهڙو نہ آهي. هو ڳالهائي ٿو، پر اهو ڳالهائڻ اسان جي ڳالهائڻ جهڙو نہ آهي.“[4]

(12) اهو بہ چوي ٿو تہ: ”الله تعاليٰ کي مخلوق جي صفتن سان ڀيٽي نہ ٿو سگهجي.“[5]

(13) اهو بہ چيو اٿس تہ:”جنهن، الله کي بشري معنائن مان ڪنهن معنيٰ سان ڀيٽيو، ان ڪفر ڪيو.“[6]

(14) اهو بہ چيو اٿس تہ:”الله جون صفتون ذاتي ۽ فعلي آهن. ذاتي صفتون حيات، قدرت، علم، ڪلام، سمع، بصر ۽ ارادو آهن، جڏهن تہ فعلي صفتون هن ريت آهن: پيدا ڪرڻ، روزي ڏيڻ، موجود ڪرڻ، ڪنهن شيءِ کي عدم مان وجود ۾ آڻڻ، ناهڻ ۽ ٻيون فعلي صفتون. هو پنهنجن نالن ۽ صفتن سان سدائين کان آهي ۽ سدائين رهندو.“[7]

(15) اهو بہ چيو اٿس تہ:”هو پنهنجين صفتن سان سدائين کان قائم رهيو آهي ۽ فعل ازلي صفت آهي ۽ فاعل الله تعاليٰ آهي ۽ فعل ازلي صفت آهي ۽ مفعول مخلوق آهي ۽ الله تعاليٰ جو فعل مخلوق نہ آهي.“[8]

(16) اهو بہ چيو اٿس تہ: ”جيڪو ماڻهو اهو چوندو تہ آئون پنهنجي رب جي باري ۾ نٿو ڄاڻان تہ اهو آسمان تي آهي يا زمين تي، ان ڪفر ڪيو ۽ اهو ماڻهو بہ ساڳيءَ طرح جو

---

[1] الفقہ الابسط ص 51
[2] الفقہ الابسط ص 56
[3] الفقہ الاڪبر ص 301
[4] الفقہ الاڪبر ص 302
[5] الفقہ الابسط ص 56
[6] العقيده الطحاويہ بتعليق الباني ص 25
[7] الفقہ الاڪبر ص 301
[8] الفقہ الاڪبر ص 301

آهي، جيڪو چوي تہ هو عرش تي آهي، پر مونکي خبر نہ آهي تہ عرش، آسمان تي آهي يا زمين ۾."[1]

(17) هڪ عورت ڪائنئن پڇيو تہ جنهن رب جي توهان عبادت ڪريو ٿا، اهو ڪٿي آهي؟ پاڻ وراڻيائين تہ "الله سبحانہ و تعاليٰ زمين تي نہ پر آسمان تي آهي. تنهن تي هڪ همراه چيو تہ الله جو جيڪو اهو قول آهي تہ "وَهُوَ مَعَكُمْ"[2] (يعني هو توهان سان گڏ آهي) تنهن تي پاڻ وراڻيائين تہ اهو (بيان) ائين ئي آهي، جيئن تون ڪنهن ماڻهوءَ کي لکين تہ مان توسان گڏ آهيان، حالانڪ تون ان کان پري هجين."[3]

(18) اهو تہ چيو اٿس تہ "ساڄيءَ طرح الله جو هٿ، انهن جي هٿ جي مثان آهي، پر سندس مخلوق جي هٿن وانگر نہ آهي."[4]

(19) اهو بہ چيو اٿس تہ "بيشڪ الله سبحانہ و تعاليٰ زمين تي ناهي، آسمان تي آهي. تنهن تي ڪنهن شخص ڪائنئن الله تعاليٰ جي قول "وَهُوَ مَعَكُمْ"[5] (يعني هو توهان سان گڏ آهي) جي باري ۾ پڇيو تہ پاڻ وراڻيائين تہ اهو ائين ئي آهي، جيئن توهان ڪنهن ماڻهوءَ کي لکو تہ مان توسان گڏ آهيان، حالانڪ تون ڪانئس پري هجين."[6]

(20) اهو بہ چيو اٿس تہ: "الله تعاليٰ، جڏهن اجا موسيٰ عليہ السلام سان نہ ڳالهايو هو، تڏهن بہ متڪلم هو."[7]

(21) اهو بہ چيو اٿس تہ: "هو پنهنجي ڪلام سان متڪلم هو ۽ ڪلام سندس ازلي صفت آهي."[8]

(22) اهو بہ چيو اٿس تہ: "هو ڳالهائي ٿو، پر اسان جي ڳالهائڻ وانگر نہ."[9]

(23) اهو بہ چيو اٿس تہ: "موسيٰ عليہ السلام الله تعاليٰ جو ڪلام ٻڌو، جيئن الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ: ﴿ وَكَلَّمَ ٱللَّهُ مُوسَىٰ تَكۡلِيمٗا ١٦٤ ﴾ [10]

---

[1] الفقہ الابسط ص 46 ۽ ان جهڙو بيان شيخ الاسلام ابن تيميہ "مجموع الفتاوي" ۾ (48/5) تي، ابن قيم "اجتماع الجيوش الاسلاميہ" ۾ ص 139 تي، ذهبيءَ "العلو" ۾ ص 101، 102 تي، ابن قدامہ "العلو" ۾ ص 116 تي ۽ ابن ابي العز "الطحاويہ" ۾ ص 301 تي نقل ڪيو آهي.

[2] سوره الحديد: آيت 4

[3] الاسماءِ و الصفات ص 429

[4] الفقہ الابسط ص 56

[5] سوره الحديد: آيت 4

[6] الاسماءِ و الصفات (170/2)

[7] الفقہ الاڪبر ص 302

[8] الفقہ الاڪبر ص 301س

[9] الفقہ الاڪبر 302

[10] سوره النساءِ: آيت 164

(يعني: ۽ الله! موسىٰ سان ڳالهايو) ۽ جڏهن اجا هن موسىٰ عليہ السلام سان نہ ڳالهايو هو، تڏهن بہ هو متڪلم هو."[1]

(24) اهو بہ چيو اٿس تہ: "قرآن، الله جو ڪلام آهي، صحيفن ۾ لکيل آهي، دلين ۾ محفوظ آهي، زبانن سان پڙهيو ويندو آهي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ تي نازل ڪيو ويو آهي."[2]

(25) اهو بہ چيو اٿس تہ: "قرآن غير مخلوق آهي."[3]

## ب: تقدير جي باري ۾ سندس قولَ:

1- هڪ همراه امام ابوحنيفہ وٽ اچي تقدير بابت ساڻس اجايا سوال جواب ڪرڻ لڳو. پاڻ فرمايائين تہ "توکي خبر ڪانهي تہ تقدير تي غور ۽ فڪر ڪرڻ وارو ائين آهي جيئن ڪو سج جي اکين ۾ نظر ڪري رهيو هجي. اهو جيتري قدر نهاريندو، ايترو ئي وڌيڪ اچرج ۾ پوندو."[4]

2- امام ابو حنيفہ چوي ٿو تہ: "الله تعالىٰ ازل ۾ شين جي ٿيڻ کان اڳ انهن کان واقف هو."([5])

3- اهو بہ چيائين تہ: "الله تعالىٰ معدوم کي سندس عدم واري حالت ۾ معدوم هئڻ واري حيثيت سان ڄاڻندو آهي ۽ اهو بہ ڄاڻي ٿو تہ جڏهن هو ڪيس وجود ۾ آڻيندو تہ اهو ڪيئن هوندو ۽ الله تعالىٰ موجود کي سندس وجود جي حالت ۾ ڄاڻي ٿو ۽ اهو بہ ڄاڻي ٿو تہ اهو ڪيئن فنا ٿيندو."([6])

4- امام ابو حنيفہ اهو بہ چوي ٿو تہ: "سندس (مقرر ڪيل) تقدير لوح محفوظ ۾ آهي."([7])

5- اهو بہ چيو اٿس تہ: "اسان اقرار ٿا ڪريون تہ الله تعالىٰ، قلم کي حڪم ڏنو تہ اهو لکي، قلم وراڻيو تہ "اي منهنجا رب! مان ڇا لکان؟" الله تعالىٰ فرمايو، "قيامت تائين جيڪي ڪجهہ ٿيڻ وارو آهي، اهو سڀ ڪجهہ لکي ڇڏ. الله تعالىٰ جو هيءُ ارشاد ان بابت ئي آهي تہ:

﴿ وَكُلُّ شَيْءٍ فَعَلُوهُ فِي الزُّبُرِ ﴿٥٢﴾ وَكُلُّ صَغِيرٍ وَكَبِيرٍ مُسْتَطَرٌ ﴿٥٣﴾ ﴾([8])

---

[1] الفقہ الاڪبر 302

[2] الفقہ الاڪبر 301

[3] الفقہ الاڪبر 301

[4] الفقہ الابڪر ص 301

[5] الفقہ الاڪبر ص 302، 303

[6] الفقہ الاڪبر ص 302، 303

[7] الفقہ الاڪبر ص 302، 303

[8] سوره القمر آيت 52، 53

(يعني: ۽ هر شيءِ جيڪا هنن ڪئي آهي، اها صحيفن ۾ موجود آهي ۽ هر ننڍي وڏي شيءِ لکي پئي آهي.“([1])

6- امام ابو حنيفہ اهو بہ چيو آهي تہ: ”دنيا ۽ آخرت ۾ ڪابہ شيءِ الله جي مرضيءَ کان سواءِ نہ ٿيندي.“([2])

7- امام ابو حنيفہ اهو بہ چيو آهي تہ: ”الله شين کي بنا ڪنهن شيءِ جي پيدا ڪيو آهي.“([3])

8- اهو بہ فرمايو اٿس تہ: ”الله تعاليٰ پيدا ڪرڻ کان اڳ بہ خالق هو.“([4])

9- اهو بہ چيو اٿس تہ: ”اسان اقرار ٿا ڪريون تہ ٻانهو پنهنجن عملن، اقرار ۽ معرفت سميت مخلوق آهي، تنهنڪري جڏهن فاعل مخلوق آهي تہ ان جا افعال بدرجہ اوليٰ مخلوق آهن.“([5])

10- اهو بہ چيو اٿس تہ: ”حرڪت ۽ سڪون وغيره ٻانهن جا سمورا افعال انهن جو ڪسب آهن ۽ الله تعاليٰ انهن جو خالق آهي ۽ اهو سڀ ڪجهہ سندس مرضيءَ، سندس علم، سندس فيصلي ۽ سندس تقدير مطابق آهي.“([6])

11- امام ابو حنيفہ اهو بہ فرمايو آهي تہ: ”حرڪت ۽ سڪون وغيره، ٻانهن جا سمورا افعال حقيقت ۾ انهن جو ڪسب آهن ۽ الله تعاليٰ انهن کي پيدا ڪيو آهي ۽ سڀ ڪجهہ الله جي مرضيءَ، سندس علم، سندس فيصلي ۽ سندس تقدير مطابق آهي ۽ سموريون فرمانبرداريون الله جي حڪم، ان جي پسند، ان جي رضا، ان جي علم، ان جي مرضيءَ، ان جي فيصلي ۽ ان جي تقدير سان واجب هيون ۽ سمورا ڏوهہ ۽ گناهہ الله جي علم، ان جي فيصلي، ان جي تقدير ۽ان جي مرضيءَ سان آهن، پر ان جي پسند، ان جي رضا ۽ ان جي حڪم سان نہ آهن.“[7]

12- اهو بہ چيو اٿس تہ: ”الله تعاليٰ، مخلوق کي ڪفر ۽ ايمان کان آجو پيدا ڪيو آهي.([8]) پوءِ کين مخاطب ٿيندي حڪم ڏنائين ۽ منع ڪيائين. پوءِ جنهن ڪفر ڪيو ان پنهنجي فعل ۽ انڪار ۽ حق کي نہ مڃڻ ڪارڻ الله تعاليٰ ڏانهن بي توفيقيءَ جي نتيجي ۾

---

[1] الوصيتہ مع شرحها ص 21

[2] الفقہ الاڪبر ص 302

[3] الفقہ الاڪبر ص 302

[4] الفقہ الاڪبر ص 304

[5] الوصيتہ مع شرحها ص 14

[6] الفقہ الاڪبر ص 303

[7] الفقہ الاڪبر ص 303

[8] صحيح اهو آهي تہ الله تعاليٰ مخلوق کي فطرت اسلام تي پيدا ڪيو آهي، جيئن ابو حنيفہ پاڻ بہ پنهنجي ايندڙ قول ۾ بيان ڪري رهيو آهي.

ڪفر ڪيو ۽ جنهن ايمان آندو، ان پنهنجي فعل ۽ اقرار ۽ تصديق ڪارڻ الله تعاليٰ جي توفيق ۽ ان جي نصرت سان ايمان آندو."[1]

13- اهو به چيو اٿس ته "هن، آدم عليه السلام جي ذريت (اولاد) کي سندس پٺ مان ماڪوڙين وانگر ڪڍيو ۽ انهن کي ساجاهه وند بنايو، پوءِ انهن کي مخاطب ڪيائين ۽ انهن کي ايمان آڻڻ جو حڪم ڏنائين ۽ ڪفر کان منع ڪيائين. تنهن تي انهن الله جي ربوبيت جو اقرار ڪيو. (بقول شاعر:

پل پل پوءِ پچار ملڪ ۾ ميثاق جي،

ڪڪ پن ڪن اقرار اسين پانها تون ڏٺي – سنڌيڪار)

اهو سندن پاران ايمان آڻڻ هو ۽ اهي ان ئي فطرت تي پيدا ڪيا ويندا آهن، هاڻي جيڪو ڪفرڪري ٿو ته ان (الله سان ڪيل ميثاق) کان پوءِ ڪفر ڪري ٿو ۽ (پنهنجي وعدي ۾) تغير و تبديلي ڪري ٿو ۽ جيڪو ايمان آڻي ٿو ۽ تصديق ڪري ٿو ته اهو ان (ميثاق) تي ئي ثابت ۽ برقرار رهندو آهي."[2]

14- اهو به چيو اٿس ته: "اهو ئي آهي، جنهن شيون مقدر ڪيون ۽ انهن جو فيصلو ڪيو ۽ دنيا ۽ آخرت ۾ ڪابه شيءِ سندس مشيئت، سندس علم، سندس فيصلي ۽ سندس تقدير بنا نه ٿيندي ۽ هن ئي انهن کي لوح محفوظ ۾ لکي ڇڏيو آهي."[3]

15- اهو به چيو اٿس ته: "هن پنهنجي مخلوق مان ڪنهن کي به ڪفريا ايمان تي مجبور نه ڪيو آهي، بلڪه انهن کي اشخاص پيدا ڪيو آهي ۽ ايمان ۽ ڪفر پانهن جو فعل آهي. جيڪو ڪفر ڪندو آهي، الله تعاليٰ ان کي ڪفر جي حالت ۾ ڪافر ڄاڻندو آهي، ان بعد جڏهن هو ايمان آڻيندو آهي ته پوءِ جڏهن الله کيس مومن سمجهندو آهي ته ان سان محبت ڪندو آهي، پر پنهنجي علم ۾ ڪابه تبديلي اچڻ بنا ئي."[4]

## ج: ايمان جي باري ۾ سندس قولَ:

1- چيو اٿس ته: "ايمان، اقرار ۽ تصديق (جو نالو) آهي."[5]

2- اهو به چيو اٿس ته: "ايمان، زبان سان اقرار ۽ دل جي تصديق (جو نالو) آهي، رڳو (زبان سان) اقرار، ايمان نه آهي."([6]) ان کي طحاوي، ابو حنيفه ۽ صاحبين کان نقل ڪيو آهي."[1]

---

[1] الفقه الاڪبر ص 302، 303

[2] الفقه الاڪبر ص 302

[3] الفقه الاڪبر ص 302

[4] الفقه الاڪبر ص 303

[5] الفقه الاڪبر ص 304

[6] ڪتاب الوصيه مع شرحها ص 2

3- ابو حنيفہ اهو بہ چيو آهي تہ: ”ايمان نہ ڪو وڌي ٿو، نہ ئي گهٽجي ٿو.“([2])

منهنجي راءِ اها آهي تہ امام صاحب ايمان گهٽ يا وڌ نہ ٿيڻ جي جيڪا ڳالھ ڪئي آهي ۽ ايمان جي مسمي (يعني سالم هجڻ، گهٽ وڌ نہ ٿيڻ) جي باري ۾ جيڪا ڳالھ ڪئي آهي، اها دل جي تصديق ۽ زبان جو اقرار آهي ۽ عمل حقيقت، ايمان کان خارج آهي.

امام ابو حنيفہ جي اها ئي راءِ سندس عقيدي ۽ ٻين امامن جهڙوڪ مالڪ، شافعي، احمد، اسحاق، بخاري وغيره جي عقيدي جي وچ ۾ فرق ڏيکاري ٿي ۽ حق انهن ئي امامن سان شامل آهي ۽ ابو حنيفہ جو قول انهن کان الڳ آهي، پر ٻنهي حالتن ۾ ڪين اجر آهي. ابن عبدالبر ۽ ابن ابي العز ڪجھ اهڙيون ڳالهيون لکيون آهن، جن مان پتو پوي ٿو تہ ابو حنيفہ پنهنجي قول کان رجوع ڪيو هو — والله اعلم([3])

## د: اصحابي سڳورن رضي الله عنهم جي باري ۾ سندس قولَ:

1- امام ابو حنيفہ جو چوڻ آهي تہ: ”اسان، رسول الله ﷺ جي اصحابي سڳورن جو ذڪر چڱن لفظن ۾ ئي ڪندا آهيون.“([4])

2- اهو بہ چيو اٿس تہ: ”اسان رسول الله ﷺ جي اصحابين مان ڪنهن کان بہ عليحدگي اختيار نہ ڪندا آهيون ۽ هڪڙن کي ڇڏي ٻين سان تعلق نہ رکندا آهيون.“([5])

3- اهو بہ چيو اٿس تہ: رسول الله ﷺ سان انهن مان ڪنهن هڪ جو هڪ لمحي لاءِ گڏ رهڻ، اسان مان ڪنهن هڪ جي سموري ڄمار جي عمل کان بهتر آهي، ڀلي اها عمر ڊگهي ڇو نہ هجي.“[6]

4- اهو بہ چيو اٿس تہ: ”اسان اقرار ٿا ڪريون تہ اسانجي نبي محمد ﷺ کان پوءِ هن امت مان سيني کان ڀلارو ابوبڪر صديق رضي الله عنه آهي، پوءِ عمر رضي الله عنه آهي، پوءِ عثمان آهي، پوءِ علي آهي رضي الله تعاليٰ عنهم“[7]

5- اهو بہ چيو اٿس تہ: ”رسول الله ﷺ کان پوءِ سيني کان افضل ابوبڪر، عمر، عثمان ۽ علي آهن، ان بعد اسان رسول الله ﷺ جي (ٻين) سمورن اصحابين (جي هڪ ٻئي

---

[1] الطحاويہ مع شرحها ص 360
[2] ڪتاب الوصيہ مع شرحها ص 3
[3] التمهيد لابن عبدالبر (742/9) شرح العقيده الطحاويہ ص 395
[4] الفقہ الاڪبر ص 304
[5] الفقہ البسط ص 40
[6] مناقب ابي حنيفہ از مڪي ص 26
[7] الوصيہ مع شرحها ص 14

تي فضيلت بيان ڪرڻ) ڪان رڪجي تا وجون ۽ رڳو چڱائيءَ سان انهن جو ذڪر ڪندا آهيون."[1]

هـ- دين ۾ ڪلام ڪرڻ ۽ اجاين بحث بازين ڪان روڪڻ:

(1) امام ابو حنيفہ جو چوڻ آهي تہ: "بصري ۾ اهواءِ وارا گهڻا آهن، مان اتي ويهن ڪان وڌيڪ دفعا ويس ۽ ڪڏهن تہ اهو سمجهي هڪ سال يا ان ڪان ڪجهہ عرصو گهٽ اتي رهيس تہ علم ڪلام وڏو جليل علم آهي."[2]

(2) اهو بہ چيو اٿس تہ:"مان علم ڪلام تي نظر رکندو هوس، ايستائين جو ان درجي تي پهچي ويس جو هن فن ۾ مون ڏانهن آڱريون کڄڻ لڳيون. اسان حماد بن ابي سليمان جي حلقي جي ويجهو ويهندا هئاسين. هڪ ڀيري مون وٽ هڪ مائيءَ اچي پڇيو تہ هڪڙو ماڻهو آهي، ان جي هڪ زال آهي، جيڪا ٻانهي آهي. هو ڪيس سنت مطابق طلاق ڏيڻ گهري ٿو، ڪيترين طلاقون ڏي؟

مونکي سمجهہ ۾ نہ آيو تہ مان ڇا چوانس! مون ڪيس چيو تہ هوءَ حماد کان پڇي وري اچي مونکي بہ ٻڌائي. هن، حماد کان پڇيو، حماد چيو تہ: "ڪيس حيض ۽ جماع ڪان پاڪائيءَ جي حالت ۾ هڪ طلاق ڏي، پوءِ ڪيس ڇڏي ڏي، ايستائين جو ڪيس بہ ماهواريون اچن، پوءِ جڏهن هوءَ غسل ڪري وٺي تہ نڪاح ڪرڻ وارن لاءِ حلال ٿي ويندي. هن موٽي اچي مونکي ٻڌايو، مون چيو تہ مونکي علم ڪلام جي ڪا ضرورت نہ آهي، پوءِ مون جتي پاتي ۽ حماد وٽ اچي وينس."[3]

3- پاڻ اهو بہ چوندو هو تہ: "الله! عمرو بن عبيد تي لعنت ڪري، جو تہ علم ڪلام ۾ جيڪا شيءِ فائديمند نہ آهي، ان جي باري ۾ بحث مباحثو ڪرڻ جو دروازو ان ئي کوليو آهي."[4]

هڪ ماڻهوءَ کانئس پڇيو تہ اعراض ۽ اجساد (زمان و مکان ۽ مادي) جي باري ۾ بحث مباحثو ڪري ماڻهن جيڪي ڪجهہ بيان ڪيو آهي، ان جي باري ۾ توهان ڇا ٿا چئو؟" وراڻيائين تہ: "اهي تہ فلسفين جا مقالا آهن، تون اثر ۽ سلف جي طريقي کي جهلي بيهہ ۽ پنهنجو پاڻ کي هر ايجاد ڪيل شيءِ کان بچاءِ، جو تہ اها بدعت آهي."[5]

4- حماد بن ابي حنيفہ جو بيان آهي تہ هڪ ڏهاڙي مون وٽ بابا سائين آيو. مون وٽ اهل ڪلام وارن جو هڪ ٽولو ويٺل هو ۽ اسان هڪ مسئلي تي بحث ڪري رهيا هئاسين ۽

---

[1] جيئن "النور اللامع" ۾ (صفحي 119 — ب) تي ان جو ذڪر موجود آهي.

[2] مناقب ابي حنيفہ للڪردي ص 137

[3] تاريخ بغداد (333/13)

[4] ذم الڪلام للهروي 28 - 31

[5] ذم الڪلام للهروي (194/ب)

اسان جو آواز اوچو ٿي ويو هو. جڏهن مون گهر ۾ سندن اچڻ جو آواز ٻڌو ته ڏانهن ويس، پاڻ چيائين ته ”اي حماد! تو وٽ ڪير وينل آهي؟“ مون چيو ته ”فلاڻو، فلاڻو ۽ فلاڻو، مطلب ته جيڪي ماڻهو مون وٽ وينل هئا، تن جا نالا ورتم.“ پاڻ چيائين ته ”اي حماد! علم ڪلام ڇڏي ڏي. (حماد جو چوڻ آهي ته) مون پنهنجي پيءُ کي خلط ملط ڪرڻ وارو نه ڏٺو هو ۽ نه ئي مون اهو ڏٺو هو ته ڪنهن ڳالهه جو چئي پوءِ وري ان کان روڪيندو هجي. ان ڪري مون وراڻيو ته ”بابا سائين! ڇا توهان پاڻ مونکي ان جي باري ۾ حڪم نه ڏيندا هئا؟“ وراڻيائين ته ”هائو! ڇو نه پٽ! پر اڄ توکي انهن کان روڪيان ٿو.“ مون چيو ته ”ڇو؟“ چيائين ته ”پٽ! اهي جيڪي علم ڪلام جي بابن ۾ اختلاف ڪيو وينا آهن، جن کي تون ڏسي رهيو آهين، اهي هڪ ئي قول ۽ ساڳئي دين تي هئا، نيٺ شيطان انهن تي حملو ڪيو ۽ انهن ۾ عداوت ۽ اختلاف وجهي ڇڏيو ۽ اهي هڪ ٻئي کان ڌار ٿي ويا.....“[1]

5- ابو حنيفه، ابو يوسف کي چيو ته: ”دين جي اصولن يعني ڪلام جي باري ۾ عام ماڻهن سان بحث مباحثو ڪرڻ کان بچيل رهجان، ڇو ته اهي ماڻهو تنهنجي تقليد ڪندا ۽ ان ۾ ئي اٽڪي بيهي رهندا.“[2]

دين جي اصولن جي باري ۾ سندس جيڪو عقيدو هو، ۽ علم ڪلام ۽ متڪلمين جي باري ۾ سندس جيڪو موقف هو، ان جي باري ۾ سندس قولن جو هيءُ هڪ مجموعو آهي. (جيڪو هتي بيان ڪيو ويو)

---

[1] مناقب ابي حنيفه للمڪي (ص 183، 184)

[2] مناقب ابي حنيفه للمڪي ص 373

# باب ٽيون

## امام مالڪ بن انس رحمه الله جو عقيدو

**الف: توحيد جي باري ۾ سندس قولَ:**

1- هرويءَ، شافعي کان روايت ڪئي آهي ته مالڪ کان ڪلام ۽ توحيد جي باري ۾ پڇيو ويو ته مالڪ وراڻيو ته: "پاڻ سڳورن ﷺ جي باري ۾ اهو گمان ڪرڻ ئي محال آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي امت کي استنجاءِ (طهارت) ڪرڻ ته سيکاريو پر توحيد جي باري ۾ سمجهاڻي نه ڏني. توحيد اها ئي آهي، جنهن جي باري ۾ نبي ڪريم ﷺ فرمايو ته: "اُمرت ان اُقاتل الناس حتيٰ يقولوا لا اله الا الله"([1]) يعني "مونکي حڪم مليو آهي ته مان ايستائين ماڻهن جو قتال ڪريان، جيستائين اهي لا الا اله الله نه چون." تنهنڪري جنهن مان مال ۽ خون جي حفاظت ٿيندي هجي، اها ئي توحيد جي حقيقت آهي."([2])

2- دارقطنيءَ، وليد بن مسلم کان روايت ڪئي آهي، چيائين ته مون مالڪ، ثوري، اوزاعي ۽ ليث بن سعد کان صفتن جي باري ۾ حديثن بابت پڇيو ته انهن وراڻيو ته جيئن بيان ٿيل آهن، تيئن ئي بيان ڪندو ڪر.([3])

3- ابن عبدالبر جو چوڻ آهي ته: "مالڪ کان پڇيو ويو ته ڇا الله کي قيامت جي ڏينهن ڏسي سگهبو؟ وراڻيائين ته: "ها، الله عزوجل فرمائي ٿو ته: ﴿ وُجُوهٌ يَوْمَئِذٍ نَّاضِرَةٌ ﴿٢٢﴾ إِلَىٰ رَبِّهَا نَاظِرَةٌ ﴿٢٣﴾ ﴾ ([4])

ترجمو: ڪيترائي مهاندا ان ڏينهن ٽڙيل هوندا، (۽) پنهنجي پالڻهار کي ڏسي رهيا هوندا.

هڪ ٻئي ٿولي جي باري ۾ فرمايل آهي ته: ﴿ كَلَّا إِنَّهُمْ عَن رَّبِّهِمْ يَوْمَئِذٍ لَّمَحْجُوبُونَ ﴿١٥﴾ ﴾ ([5])

ترجمو: هرگز نه، بيشڪ اهي ماڻهو ان ڏينهن پنهنجي پروردگار کان پڙدي ۾ رکيا ويا هوندا.([1])

---

[1] بخاري: ڪتاب الزڪات، باب وجوب الزڪات (262/3) حديث نمبر (1399) مسلم: ڪتاب الايمان، باب الامر بقتال الناس حتي يقولوا لا اله الا الله محمد رسول الله (51/1) حديث نمر (324) نسائي: ڪتاب الزڪات، باب مانع الزڪات (14/5) حديث نمبر 2443) سيني عبيدالله بن عبيدالله بن عتبه بن مسعود جي واسطي سان ابي هريره رضي الله عنه کان روايت ڪئي آهي ۽ ابودائود، ڪتاب الجهاد: باب علي ما يقاتل المشرڪون (102/3) حديث نمبر (2640) ۾ ابوصالح جي واسطي سان ابي هريره رضي الله عنه کان روايت ڪئي آهي.

[2] ذم الڪلام (صفحو 210)

[3] هن قول کي دارقطنيءَ "صفات" ۾ ص 75 تي، آجريءَ "الشريعه" ۾ ص 314 تي، بيهقيءَ "الاعتقاد" ص 118 تي، ابن عبدالبر، "التمهيد" ۾ (149/7) تي روايت ڪيو آهي.

[4] سوره القيامه: آيت 22، 23

[5] سوره المطففين: آيت 15

قاضي عياض، ترتيب المدارڪ([2]) ۾ ابن نافع ([3]) ۽ اشهب([4]) ڪان روايت بيان ڪئي آهي تہ جنهن ۾ ڪجهہ قدر اضافو ڪيل آهي تہ: ”اي ابو عبدالله! ﴿ وُجُوهٌ يَوْمَئِذٍ نَّاضِرَةٌ ﴿٢٢﴾ إِلَىٰ رَبِّهَا نَاظِرَةٌ ﴿٢٣﴾ ﴾ ([5])

(ترجمو: ڪيترائي مهاندا ان ڏينهن تڙيل هوندا، (۽) پنهنجي پالڻهار ڪي ڏسي رهيا هوندا.) تہ ڇا اهي الله تعاليٰ کي ئي ڏسي رهيا هوندا؟ هن وراڻيو تہ ها، انهن ٻنهي اکين سان. مون کين چيو تہ: هڪڙو ٽولو چوي ٿو تہ الله کي ڏسي ڪونہ سگهبو ۽ ناظره جو مطلب اهو آهي تہ اهي ثواب جا منتظر هوندا. هن وراڻيو تہ: اهي ماڻهو ڪوڙ پيا ڳالهائين، الله کي ئي ڏٺو ويندو. ڇا موسيٰ عليہ السلام جو اهو قول نہ ٻڌو اٿئي تہ: ﴿ قَالَ رَبِّ أَرِنِيٓ ﴾ ([6]) (اي منهنجا پالڻهار! مونکي پنهنجو پاڻ ڏيکار) ڇا تون سمجهين ٿو تہ موسيٰ عليہ السلام پنهنجي پالڻهار ڪان ڪنهن اڻ ٿيڻي شيءِ جو سوال ڪيو هو! پوءِ الله تعاليٰ فرمايو تہ: ﴿ قَالَ لَن تَرَىٰنِي ﴾ ([7]) (تون مونکي هرگز نہ ڏسي سگهندين) يعني دنيا ۾، جو تہ اها دارالفناءِ آهي، باقي سدائين رهڻ واري شيءِ فنا ٿيڻ واري شيءِ ڪان نہ ڏٺي ٿيندي. البتہ جڏهن ماڻهو دارالبقاءِ ۾ هليا ويندا تہ سدائين رهڻ واري شيءِ کي سدائين رهڻ واري شيءِ سان ڏسندا. الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ: ﴿ كَلَّآ إِنَّهُمْ عَن رَّبِّهِمْ يَوْمَئِذٍ لَّمَحْجُوبُونَ ﴿١٥﴾ ﴾ ([8])

ترجمو: هرگز نہ، بيشڪ اهي ماڻهو ان ڏينهن پنهنجي پروردگار ڪان پردي ۾ رکيا ويا هوندا. ([9])

---

[1] الانتقاءِ ص 36

[2] (42/2)

[3] امام مالڪ کان ابن نافع نالي بہ ٻہ ڄڻا روايت ڪن ٿا. پهريون عبدالله بن نافع بن ثابت زبيري ابوبڪر مدني آهي، جنهن جي باري ۾ ابن حجر جو چوڻ آهي تہ ”اهو صدوق آهي. ان 216هہ ۾ وفات ڪئي. ٻيو عبدالله بن نافع بن ابي نافع مخزومي، بني مخزوم جي غلامن مان، ابو محمد مدني، ان جي باري ۾ ابن حجر جو چوڻ آهي تہ ”اهو ثقہ آهي، صحيح الڪتاب آهي، سندس حافظي ۾ نرمي (ڪمزوري) آهي، 206هہ ۾ يا ڪن جي چوڻ مطابق ان ڪان پوءِ وفات ڪيائين.“ تقريب التهذيب (455/1، 456) تهذيب التهذيب (50/6، 51)

[4] اهو ابو عمر اشهب بن عبدالعزيز بن دائود قيسي مصري آهي، جنهن جي باري ۾ ابن حجر جو چوڻ اهي تہ ”ثقہ ۽ فقيہ آهي. 204هہ ۾ وفات ڪيائين.“ وڌيڪ تقريب التهذيب (80/1) ۽ ان جو ترجمو تهذيب التهذيب (359/1) ۾ ڏسو.

[5] سوره القيامہ: آيت 22

[6] سوره الاعراف: آيت 143

[7] سوره الاعراف: آيت 143

[8] سوره المطففين: آيت 15

[9] الانتقاءِ ص 36

4- ابو نعيم، جعفر بن عبدالله کان روايت ڪئي آهي تہ اسان مالڪ بن انس وٽ ويٺا هئاسين تہ هڪ ماڻهوءَ اچي پڇيو تہ :اي ابو عبدالله!
آيت:
(رحمٰن عرش تي وينو) ڪيئن وينو؟ مالڪ کي ڪنهن بہ ٻيءَ ڳالهہ تي ايتري ڪاوڙ نہ آهي، جيتري هن سوال تي آئي. پاڻ زمين طرف ڏنائين ۽ سندس هٿ ۾ هڪ لٺ هئي، تنهن کي (تريءَ سان) مهٽڻ لڳو، ايستائين جو ان تي پگهر چانئجي ويو، پوءِ مٿو مٿي ڪري ، ڪاٺي اڇلائي ڇڏيائين ۽ چيائين: "ان جي ڪيفيت سمجهہ کان مٿاهين آهي ۽ ان جو استواءِ مجهول (يعني ويهڻ مشتبہ) نہ آهي ۽ ان تي ايمان آڻڻ واجب آهي ۽ ان بابت سوال ڪرڻ بدعت آهي ۽ مان توکي بدعتي سمجهان ٿو. پوءِ ان جي باري ۾ حڪم ڏنائين ۽ کيس اتان ڪڍيو ويو.([1])

5- ابو نعيم، يحيٰ بن ربيع کان روايت ڪري ٿو تہ: "مان، مالڪ بن انس وٽ وينل هوس تہ هڪڙو همراه آيو ۽ چيائين تہ "اي ابو عبدالله! توهان جو اهڙي ماڻهوءَ بابت ڪهڙو رايو آهي، جيڪو قرآن کي مخلوق مجيندو هجي. مالڪ وراڻيو تہ: "زنديق[2] آهي، کيس ماري ڇڏيو." هن چيو تہ: اي ابو عبدالله! مان تہ رڳو هڪڙي ڳالهہ پيو ڪريان، جيڪا مون ٻڌي آهي. مالڪ چيو تہ: مون تہ اها ڳالهہ ڪنهن کان بہ ڪانہ ٻڌي آهي، مون تہ رڳو توکان اها ڳالهہ ٻڌي آهي ۽ ان ڳالهہ کي سنگين قرار ڏنو آهي."[3]

6- ابن عبدالبر، عبدالله بن نافع کان روايت ڪئي آهي تہ "مالڪ بن انس فرمائيندو هو تہ جيڪو ماڻهو چوي تہ قرآن مخلوق آهي، ان کي ڏاڍو ڪٽيو وڃي ۽ پوءِ قيد ڪيو وڃي، ايستائين جو اهو تائب ٿي وڃي."[4]

---

[1] حليہ 325/6، 326) ان کي صابونيءَ "عقيده السلف اصحاب الحديث" ۾ ص 17، 18 تي جعفر بن عبدالله جي واسطي سان مالڪ کان روايت ڪئي آهي ۽ ابن عبدالبر وري "التهميد" ۾ (151/7) تي عبدالله بن نافع جي واسطي سان مالڪ کان ۽ بيهقيءَ "اسماءِ الصفات" ۾ ص 408 تي عبدالله بن وهب جي واسطي سان مالڪ کان روايت ڪئي آهي. ابن حجر "فتح الباري" ۾ (406/13، 407) تي چيو آهي تہ ان جي سند جيد آهي ۽ ذهبيءَ، "العلو" جي صفحي 102 تي ان کي صحيح ڪوٺيو آهي.

[2] زنديق، فارسي لفظ جي عربي شڪل آهي. مسلمان عالمن اهو لفظ سڀ کان پهرين اهڙن ماڻهن لاءِ استعمال ڪيو، جيڪي مانويہ وغيره جي مذهب مطابق نور ۽ ظلمت جي ٻن اصولن جا قائل هئا، پوءِ اهو وڌيڪ وسيع معنيٰ ۾ استعمال ٿيڻ لڳو ۽ دهرين، ملحدن ۽ سمورن گمراهہ عقيدي وارن سان لاڳو ڪيو وڃڻ لڳو، بلڪ متشڪڪين ۽ انهن لاءِ بہ استعمال ٿيڻ لڳو، جيڪي دين کي احڪامن کان فراريت اختيار ڪندڙ هئا. ڏسو الموسوعتہ الميسره (929/1) ۽ "تاريخ الالحاد": عبدالرحمٰن بدوي ص 14، 32

[3] حليہ (325/6) ان کي لالڪائيءَ شرح اصول اعتقاد اهل السنتہ والجماعتہ (249/1) ۾ ابو محمد يحيٰ بن خلف جي واسطي سان مالڪ کان روايت ڪئي آهي ۽ قاضي عياض ترتيب المدارڪ (44/2) ۾ ان جو بيان ڪيو آهي.

[4] الانتقاءِ ص 35

7- ابو دائود، عبدالله بن نافع کان روایت ڪئي آهي تہ مالڪ چيو تہ: "الله آسمان تي آهي ۽ سندس علم هر جڳهہ تي آهي."[1]

## ب - تقدير جي باري سندس قولَ:

1- ابو نعيم، ابن وهب[2] کان روایت ڪئي آهي تہ "مالڪ کان ٻڌم تہ پاڻ هڪ ماڻهوءَ کي چئي رهيو هو تہ ڪالهہ تو مون کان تقدير جي باري ۾ سوال ڪيو هو؟ هن همراه وراڻيو تہ هائو! مالڪ چيو تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

﴿ وَلَوْ شِئْنَا لَآتَيْنَا كُلَّ نَفْسٍ هُدَاهَا وَلَٰكِنْ حَقَّ الْقَوْلُ مِنِّي لَأَمْلَأَنَّ جَهَنَّمَ مِنَ الْجِنَّةِ وَالنَّاسِ أَجْمَعِينَ ﴿١٣﴾ ﴾ ([3])

(ترجمو: جيڪڏهن اسان چاهيون ها تہ هر نفس کي ان جي هدايت ڏيون ها، پر منهنجو اهو قول برحق آهي تہ مان جهنم کي جنن ۽ انسانن سان ضرور ڀريندس) ۽ الله جيڪي ڪجهہ فرمايو آهي، اهو ضرور ٿيندو."[4]

2- قاضي عياض جو چوڻ آهي تہ: "امام مالڪ کان تقدير جي منڪرن جي باري ۾ پڇيو ويو تہ اهي ڪهڙا ماڻهو آهن؟ وراڻيائين تہ هي اُهي ماڻهو آهن، جيڪي چوندا آهن تہ الله برايون پيدا نہ ڪيون آهن. اهڙن ئي تقدير جي منڪرن جي باري ۾ پڇيو ويو تہ وراڻيائين تہ هي اهي ماڻهو آهن، جيڪي چون ٿا تہ استطاعت سندن هٿ ۾ آهي، جيڪڏهن اهي چاهين تہ اطاعت ڪن ۽ چاهين تہ معصيت ڪن."[5]

3- ابن ابي عاصم، سعيد بن عبدالجبار کان روایت ڪئي آهي تہ "مون، مالڪ بن انس کان ٻڌو، پاڻ فرمايائين تہ منهنجي راءِ انهن جي باري ۾ اها آهي تہ کين توبہ ڪرائي وڃي، جيڪڏهن تائب ٿين ٿا تہ ٺيڪ آهي، نہ تہ کين قتل ڪري ڇڏجي، يعني تقدير جي منڪرن کي."[6]

4- ابن عبدالبر بيان ٿو ڪري تہ "مالڪ فرمايو تہ مون ڪنهن بہ تقدير جي منڪر کي سخافت، طيش ۽ هلڪڙائيءَ کان خالي نہ ڏٺو."[7]

---

[1] اها روایت ابو دائود، "مسائل الامام احمد" جي صفحي 263 تي روایت ڏني آهي.

[2] اهو عبدالله بن وهب قرشي، مولائي قريش (يعني قريش جو غلام) مصري آهي. ان جي باري ۾ ابن حجر جو چوڻ آهي تہ "فقيہ، ثقہ، حافظ، عابد آهي. 197هہ ۾ وفات ڪيائين." تقريب التهذيب (460/1)

[3] سوره السجده: آيت 13

[4] حليہ (326/6)

[5] ترتيب المدارڪ (48/2) ۽ ڏسو شرح اصول اعتقاد اهل السنۃ و الجماعۃ (701/2)

[6] السنۃ لابن ابي عاصم (87/1، 889) اها روایت ابو نعيم بہ "حليہ" ۾ بيان ڪئي آهي (326/6)

[7] الانتقاءِ ص 34

5- ابن ابي عاصم، مروان بن محمد طاطري کان روايت ڪئي آهي تہ ”مون مالڪ بن انس کان تقدير جي منڪر سان شاديءَ ڪرڻ بابت سوال پڇيو ويو تہ پاڻ هيءَ آيت پڙهيائين:

﴿ وَلَعَبۡدٞ مُّؤۡمِنٌ خَيۡرٞ مِّن مُّشۡرِكٖ ﴾ ([1])

ترجمو: يقينن مومن غلام، مشرڪ کان ڀلو آهي.[2]

6- قاضي عياض جو بيان آهي تہ مالڪ چيو ”تقدير جي منڪر جي، (جيڪو پنهنجي بدعت جو) داعي هجي ۽ خارجي ۽ رافضيءَ جي گواهي جائز نہ آهي.“[3]

7- قاضي عياض اهو بہ بيان ڪري ٿو تہ ”مالڪ کان تقدير جي منڪرن جي باري ۾ پڇيو ويو تہ وراڻيائين تہ اسان کي انهن سان ڳالهائڻ ئي نہ گهرجي؟ اهو بہ چيائين تہ ها، جڏهن هو، جنهن ڳالهہ تي قائم آهي، ان جي معرفت بہ رکندو هجي، ٻيءَ روايت ۾ آهي تہ پاڻ چيائين تہ انهن جي پنيان نماز نہ پڙهي وڃي ۽ انهن کان حديث قبول نہ ڪئي وڃي ۽ جيڪڏهن توهان انهن کي سرحد تي ڏسو تہ کين اتان بہ تڙي ڪڍو.“[4]

## ج: ايمان جي باري ۾ سندس قولَ:

1- ابن عبدالبر، عبدالرزاق بن همام کان روايت ڪئي آهي تہ ”مون ابن جريح[5]، سفيان ثوري، معمر بن راشد، سفيان بن عيينہ ۽ مالڪ بن انس کي ٻڌو، انهن جو چوڻ هو تہ ايمان قول ۽ (عمل جو نالو) آهي، جيڪو گهٽبو ۽ وڌندو رهندو آهي.“[6]

2- ابو نعيم، عبدالله بن نافع کان روايت ڪئي هي تہ ”مالڪ بن انس چوندو هو تہ ايمان قول ۽ عمل (جو نالو) آهي.“[7]

3- ابن عبدالبر، اشهب بن عبدالعزيز کان روايت ڪئي آهي تہ ”مالڪ چيو تہ ماڻهو بيت المقدس ڏانهن (منهن ڪري) سورنهن مهينن تائين نماز پڙهندا رهيا، پوءِ کين بيت الحرام ڏانهن (منهن ڪري) نمازپڙهڻ جو حڪم ڏيندي الله تعاليٰ فرمايو:

﴿ وَمَا كَانَ ٱللَّهُ لِيُضِيعَ إِيمَٰنَكُمۡۚ ﴾ ([8])

---

[1] سوره البقره: آيت 221

[2] السنہ لابن ابي عاصم (88/1) حليہ (326/6)

[3] ترتيب المدارڪ (47/2)

[4] ترتيب المدارڪ (47/2)

[5] عبدالملڪ بن عبدالعزيز بن جريح رومي اموي مڪي، بني اميہ جو غلام، جنهن جي باري ۾ ذهبي لکي ٿو تہ ”امام، حافظ، فقيہ حرم، ابو الوليد 150هہ ۾ فوت ٿي ويو.“ تذڪره الحفاظ (169/1) ۽ ان جي ترجمي لاءِ ڏسو تاريخ بغداد (400/11)

[6] الانتقاءِ ص 34

[7] حليہ (327/6)

[8] سوره البقره: آيت 143

(ترجمو: الله توهانجي ايمان کي، يعني بيت المقدس ڏانهن (منهن ڪري پڙهيل) توهان جي نماز کي برباد ڪرڻ وارو نہ آهي) مالڪ چوندو هو تہ آئون ان سلسلي ۾ مرجئہ جو اهوقول نقل ڪندو آهيان تہ نماز جو تعلق ايمان سان ڪونهي."[1]

## د: اصحابي سڳورن جي باري ۾ سندس قولَ:

1- ابو نعيم، عبدالله عنبري[2] کان روايت ڪئي آهي تہ مالڪ بن انس چيو تہ "جيڪو ماڻهو، رسول الله ﷺ جي اصحابين مان ڪنهن مان نقص ڪڍي، يا ان جي دل ۾ سندن خلاف ڪينو هجي تہ ان لاءِ مسلمانن جي فَي واري مال ۾ ڪوبہ حق نہ آهي. ان بعد پاڻ الله تعاليٰ جو هيءُ قول ورجايائين:

﴿ وَٱلَّذِينَ جَآءُو مِنۢ بَعۡدِهِمۡ يَقُولُونَ رَبَّنَا ٱغۡفِرۡ لَنَا وَلِإِخۡوَٰنِنَا ٱلَّذِينَ سَبَقُونَا بِٱلۡإِيمَٰنِ وَلَا تَجۡعَلۡ فِي قُلُوبِنَا غِلّٗا لِّلَّذِينَ ءَامَنُواْ ﴾ ([3])

(ترجمو: ۽ فَي جو مال (انهن لاءِ بہ آهي) جيڪي انهن (مهاجر ۽ انصار اصحابين) کان پوءِ ايندا، جيڪي چوندا تہ اي اسان جا پالڻهار! اسان کي بخش ڪر ۽ اسانجي انهن ڀائرن کي بہ، جيڪي اسان کان اڳ ايمان آڻي چڪا آهن، ۽ ايمان وارن لاءِ اسان جي دل ۾ ڪدورت نہ وجهہ) تنهنڪري جيڪو انهن مان عيب ڪڍندو، يا سندس دل ۾ انهن خلاف ڪدورت هوندي، ان جو فَي جي مال تي ڪوبہ حق نہ آهي."[4]

2- ابو نعيم، زبير جي اولاد مان هڪ شخص[5] کان روايت ڪئي آهي تہ اسان مالڪ وٽ وينا هئاسين، ماڻهن هڪ همراه جو ذڪر ڪيو، جيڪو رسول الله ﷺ جي اصحابين تي تنقيد ڪندو هو، تنهن تي مالڪ هيءَ آيت پڙهي:

﴿ مُّحَمَّدٞ رَّسُولُ ٱللَّهِۚ وَٱلَّذِينَ مَعَهُۥٓ أَشِدَّآءُ عَلَى ٱلۡكُفَّارِ رُحَمَآءُ بَيۡنَهُمۡۖ تَرَىٰهُمۡ رُكَّعٗا سُجَّدٗا يَبۡتَغُونَ فَضۡلٗا مِّنَ ٱللَّهِ وَرِضۡوَٰنٗاۖ سِيمَاهُمۡ فِي وُجُوهِهِم مِّنۡ أَثَرِ ٱلسُّجُودِۚ ذَٰلِكَ مَثَلُهُمۡ فِي ٱلتَّوۡرَىٰةِۚ وَمَثَلُهُمۡ فِي ٱلۡإِنجِيلِ كَزَرۡعٍ أَخۡرَجَ شَطۡـَٔهُۥ فَـَٔازَرَهُۥ فَٱسۡتَغۡلَظَ فَٱسۡتَوَىٰ عَلَىٰ سُوقِهِۦ يُعۡجِبُ ٱلزُّرَّاعَ لِيَغِيظَ بِهِمُ ٱلۡكُفَّارَۗ ﴾ ([1]) تائين پڙهيائين.

---

[1] الانتقاءِ ص 34

[2] عبدالله بن سوار بن عبدالله عنبري بصري قاضي، جنهن جي باري ۾ ابن حجر لکي ٿو تہ "ثقہ آهي، 228هہ ۾ وفات ڪيائين(ڪن وفات بابت مختلف سن ٻڌايا آهن)

[3] سوره الحشر: آيت 10

[4] حليہ (327/6)

[5] زبير بن عوام جي نسل مان، جنهن امام مالڪ جي شاگردي اختيار ڪئي ۽ ان کان ٻڌو. اهو عبدالله بن نافع بن ثابت بن عبدالله بن زبير بن عوام آهي، جنهن جو تعارف اڳي چڪو، باقي مصعب بن عبدالله بن مصعب جو تعارف اڳتي ايندو.

(ترجمو: محمد ﷺ الله جو موڪليل آهي. ۽ جيڪي سندس گڏ آهن، سي ڪافرن تي ڏاڍا سخت آهن (۽) پاڻ ۾ (هڪ ٻئي تي وڏيڪ) مهربان آهن، (اي ڏسندڙ) ڪين رڪوع ڪندڙ ۽ سجدو ڪندڙ ڏسندو آهين. الله جو فضل ۽ رضامندي طلبيندا آهن سندن (نيڪ بختيءَ جي) نشاني سندن منهن ۾ سجدي جي اثر کان (پڌري) آهي. اهو (جيڪي بيان ڪيو ويو سو) سندن (حال جو) قصو توريت ۾ (بيان ٿيل آهي) ۽ سندن مثال (جو قصو) انجيل (۾ به بيان ٿيل آهي ته اهي) انهيءَ پوک وانگر آهن،جنهن پنهنجو (سائو) سَلو ڪڍيو، پوءِ ان (سَلي) کي مضبوط ڪيائين، پوءِ ٿلهو ٿيو، پوءِ پنهنجن ڏانڊين تي (سڌو) بيٺو جو ڪڙمين کي پيو وڻي (اسلامي غلبي جو به آخر اهڙو حال آهي). ته (الله) ڪافرن کي انهن (مؤمنن جي ڏسڻ) ڪري ڪاوڙائي. ان بعد مالڪ چيو ته: ”جنهن جي دل ۾ رسول الله ﷺ جي اصحابين مان ڪنهن جي باري ۾ به ڪروڌ آهي ته هن آيت جو اطلاق ان تي ٿيندو.“([2])

3- قاضي عياض، اشهب بن عبدالعزيز کان روايت ڪئي آهي ته اسان مالڪ وٽ ويٺا هئاسين. سندس محفل ۾ ماڻهو پيا ايندا ويندا هئا. وٽن علوين مان هڪ جڻو آيو. هن پڪاريو: اي ابو عبدالله! مالڪ مٿو مٿي ڪنيو ۽ جڏهن ڪيس ڪو پڪاريندو هو ته پاڻ مٿو مٿي ڪٽي ڏانهنس نهارڻ کان سواءِ ٻي ڪابه ورندي نه ڏيندا هئا. ايندڙ همراه ڪانئن پڇيو ته: مان چاهيان ٿو ته توکي پنهنجي ۽ الله جي وچ ۾ حجت بنايان ته جڏهن مان وٽس وڃان ۽ هو مون کان پڇي ته مان ڪيس چوان ته مونکي مالڪ اها ڳالهه ٻڌائي هئي. پوءِ سوال ڪيائين ته: رسول الله ﷺ کان پوءِ سڀ کان پلو ماڻهو ڪهڙو آهي؟

| | |
|---|---|
| مالڪ وراڻيو ته: | ابوبڪر رضي الله عنه |
| علويءَ چيو: | ان کان پوءِ ڪير؟ |
| مالڪ وراڻيو ته: | عمر رضي الله عنه |
| علويءَ وري پڇيو: | ان بعد ڪير؟ |
| پاڻ چيائين ته: | ظلم سان قتل ڪيل خليفو عثمان رضي الله عنه. |
| علويءَ چيو ته: | والله آئون توهان وٽ ڪڏهن به ڪونه ويهندس. |
| مالڪ چيو ته: | تنهنجي مرضي.([3]) |

## هـ- دين ۾ ڪلام ڪرڻ ۽ اجاين بحث بازين کان روڪڻ

---

[1] سوره الفتح: آيت 29

[2] حليه (327/2)

[3] ترتيب المدارڪ (2/ 44، 45)

1- ابن عبدالبر، مصعب بن عبدالله زبيري[1] کان روايت ڪئي آهي تہ ”مالڪ بن انس چوندو هو تہ مان دين ۾ ڪلام کي ناپسند ڪندو آهيان ۽ اسانجي شهر جا ماڻهو بہ ان کي ناپسند ڪندا آهن ۽ اهڙي عمل کان روڪيندا آهن. جيئن جهم جي راءِ، سندن تقدير کان انڪار ڪرڻ ۽ ان جهڙي ڪنهن بہ ڳالھ تي بحث مباحثو ڪرڻ. اصحابي سڀ‌ڳورا رڳو اهڙي معاملي تي بحث مباحثو ڪرڻ پسند ڪندا آهن، جنهن تحت ڪو عمل هجي. باقي رهيو الله جي دين جي باري ۾ ۽ الله عزوجل جي باري ۾ بحث مباحثو ڪرڻ تہ ان لاءِ ماٺ ۾ رهڻ منهنجي نظر ۾ وڌيڪ بهتر آهي، ڇو تہ مون پنهنجي شهر وارن کي ڏٺو آهي تہ اهي دين جي باري ۾ بحث مباحثي کان روڪيندا آهن، سواءِ ان جي، جنهن تحت ڪو عمل هجي.“[2]

(2) ابو نعيم، عبدالله بن نافع کان روايت ڪئي آهي تہ ”مون مالڪ کان ٻڌو تہ جيڪڏهن ڪو ماڻهو، الله سان شرڪ نہ ڪري، باقي ٻيا سمورا وڏا گناھ ڪري ويهي، پر هو انهن اهواءِ ۽ بدعتن کان بچيل هجي، (اتي پاڻ علم ڪلام جو ذڪر ڪيائين) تہ اهو جنت ۾ ويندو.“[3]

(3) هروي، اسحاق بن عيسيٰ[4] کان روايت ڪري ٿو تہ:”مالڪ چيو تہ جيڪو ماڻهو علم ڪلام ذريعي دين طلب ڪندو، اهو زنديق ٿي ويندو ۽ جيڪو ڪيميا ذريعي مال طلب ڪندو، اهو مفلس ٿي ويندو ۽ جيڪو غريب حديث مان سند وٺندو، اهو ڪوڙ ڳالهائيندو.“[5]

(4) خطيب، اسحاق بن عيسيٰ کان روايت ڪئي آهي تہ ”مون مالڪ بن انس کان ٻڌو، جيڪو دين ۾ جدال (يعني اجائي بحث بازي) کي معيوب قرار ڏئي رهيو هو ۽ چئي رهيو هو تہ جڏهن بہ اسان وٽ ڪو اهڙو ماڻهو آيو، جيڪو ٻين کان وڌ جدال (يعني اجائي بحث بازي ڪرڻ) وارو هو، هن اسان کان اهو ئي چاهيو تہ حضرت جبرئيل عليہ السلام، پاڻ سڳورن ﷺ وٽ جيڪي ڪجھ کڻي آيو، ان کي اسين رد ڪري ڇڏيون.“[6]

(5) هرويءَ، عبدالرحمٰن بن مهدي کان روايت ڪئي آهي تہ ”مان، مالڪ وٽ ويس، وٽس هڪڙو ماڻهو وينل هو، جيڪو ڪانئس سوال ڪري رهيو هو. پاڻ ان کي چيائين تہ: مان، مالڪ وٽ ويس، اتي وٽس هڪ ڇڙو وينو هو، جيڪو ڪانئس سوال ڪري رهيو هو. پاڻ چيائينس تہ لڳي ٿو تہ تون عمرو بن عبيد جي ساٿارين منجهان آهين، الله، عمرو بن عبيد تي

---

[1] مصعب بن عبدالله بن مصعب بن ثابت بن عبدالله بن زبير بن عوام اسدي مدني، نزيل، بغداد، جنهن جي باري ۾ ابن حجر لکي ٿو تہ ”صدوق آهي، نسب جو عالم آهي. 236ھ ۾ وفات ڪيائين.“ تقريب التهذيب“(252/2) ان جو ترجمو تهذيب التهذيب (162/10) ۾ ڏسو.

[2] جامع بيان العلم و فضلہ ص 415، مطبوعہ دارالڪتب الاسلاميہ

[3] حليہ (325/6)

[4] اسحاق بن عيسيٰ بن بجيح بعدادي، جنهن جي باري ۾ ابن حجر لکي ٿو تہ: ”صدوق آهي، 214ھ ۾ وفات ڪيائين.“ تقريب التهذيب (60/1). ان جو ترجمو تهذيب التهذيب (245/1) ۾ ڏسو.

[5] ذم الڪلام (صفحو 173 الف)

[6] شرف اصحاب الحديث ص 5

لعنت ڪري، ڇو ته ان ئي ڪلام جي بدعت ايجاد ڪئي آهي ۽ جيڪڏهن ڪلام ڪو علم هجي ها ته اصحابي ۽ تابعي به ان جي باري ۾ (اهڙيءَ طرح) گفتگو ڪن ها، جيئن انهن شرعي مسئلن تي ڳُلي ڳالهايو آهي."[1]

(6) هرويءَ، اشهب بن عبدالعزيز ڪان روايت ڪئي آهي ته "مون مالڪ ڪان ٻڌو، پاڻ چئي رهيو هو ته: توهان بدعتن ڪان بچو. پڇيو ويو ته اي ابو عبدالله! بدعتون ڪهڙيون آهن؟ وراڻيائين ته: اهل بدعت اهي ماڻهو آهن، جيڪي الله جي نالن ۽ صفتن، ان جي ڪلام ۽ علم ۽ قدرت جي باري ۾ ڪلام ڪن ٿا ۽ اهڙين ڳالهين تي به خاموش نه ٿا رهن، جن بابت اصحابي ۽ انهن جا تابعي (سنا پوئلڳ) ماٺ ۾ رهيا."[2]

(7) ابو نعيم، شافعي ڪان روايت ڪئي آهي ته "مالڪ بن انس وٽ جڏهن ڪي اهل اهواءِ ايندا هئا ته پاڻ چوندو هو ته مان پنهنجي پالڻهار ۽ پنهنجي دين ڏانهن بينه (چٽن دليلن) تي آهن ۽ توهان رڳو وسوڙيل آهيو، تنهنڪري پاڻ جهڙي ڪنهن وسوڙيل وٽ وڃو ۽ ان سان وڃي اجايو بحث مباحثو ڪريو."[3]

(8) ابن عبدالبر، محمد بن احمد بن خويز منداد مصري مالڪيءَ ڪان روايت ڪئي آهي، جنهن پنهنجي "ڪتاب الخلاف" جي ڪتاب الاجارات ۾ لکيو آهي ته "مالڪ چيو آهي ته اهواءِ، بدعتون ۽ تنجيم (نجومت) ڪرڻ وارن جي ڪنهن به ڪتاب ۾ اجاري جائز نه آهي. پاڻ ڪيترن ئي ڪتابن جو ذڪر ڪندي چيو اٿس ته اسانجي عالمن جي نظر ۾ اهل اهواءِ ۽ بدعتن جا ڪتاب، معتزلين ۽ ڪلام ڪرڻ وارن جا ڪتاب آهن ۽ انهن ۾ اجارو فسخ ٿي ويندو."[4]

اهي توحيد، اصحابين، ايمان ۽ علم ڪلام وغيره جي باري ۾ امام مالڪ جي موقف ۽ قولن جون ڪجهه جهلڪيون آهن.

---

[1] ذم الڪلام (صفحو 173 ب)

[2] ذم الڪلام (صفحو 173 الف)

[3] حليه (324/6)

[4] جامع البيان العلم و فضله 416، 417)، مطبوعه دارالڪتب الاسلاميه

# باب چوٿون

## امام شافعيءَ ﷫ جو عقيدو

### الف: توحيد جي باري ۾ سندس قولَ:

1- بيهقيءَ، ربيع بن سليمان کان روايت ڪئي آهي تہ "امام شافعيءَ چيو تہ: جيڪو الله يا ان جي نالن مان ڪنهن نالي جو قسم کڻي، پوءِ قسم ٽوڙي ڇڏي تہ ان تي ڪفارو لازم آهي ۽ جيڪو ڪنهن غير الله جو قسم کڻي، مثال طور ڪو ماڻهو هيئن چوي تہ ڪعبي جو قسم، منهنجي پيءُ جو قسم، يا ٻيو ڪو قسم کڻي چوي تہ هيئن نہ ٿيو آهي ۽ قسم ۾ حانث هجي تہ ان تي ڪفارو نہ لڳندو. اهو غير الله جو قسم آهي، تنهنڪري رسول الله ﷺ جي هن قول مطابق مڪروه ۽ منع ڪيل آهي تہ: ان الله عزوجل نهاكم ان تحلفوا بآبائكم، فمن كان حالفا فليحلف بالله او ليسكت"[1] (يعني: الله عزوجل توهان کي پنهنجن ابن ڏاڏن جو قسم کڻڻ کان منع ڪئي آهي، تنهنڪري جنهن کي قسم کڻڻو هجي، اهو الله جو قسم کڻي، يا ماٺ ۾ رهي."[2]

امام شافعيءَ ان جو ڪارڻ اهو ٻڌايو آهي تہ الله جا نالا غير مخلوق آهن، تنهنڪري جيڪو الله جو قسم کڻي ۽ ان کي ٽوڙي ويهي تہ ان تي ڪفارو لڳندو."[3]

2- ابن قيم، "اجتماع الجيوش الاسلاميه" ۾ شافعي جي ان روايت جو ذڪر ڪيو آهي تہ پاڻ چيائين تہ: اها سنت، جنهن تي مان آهيان ۽ جنهن تي مون پنهنجن اصحاب اهل الحديث کي ڏٺو آهي، جن کي مون ڏٺو ۽ جن کان علم حاصل ڪيو آهي، جهڙوڪ سفيان ثوري ۽ مالڪ وغيره، ان سنت جي باري ۾ قول اهو آهي تہ لا الہ الا الله، محمد رسول الله جو اقرار هجي ۽ هن ڳالھ جو اقرار هجي تہ الله پنهنجي عرش تي، پنهنجي آسمان ۾ آهي. پنهنجي مخلوق مان جنهن کي چاهي، ان جي ويجهو ٿي ويندو آهي ۽ اهو بہ تہ الله تعاليٰ دنيا جي آسمان ڏانهن جيئن چاهي، تيئن لهندو آهي."[4]

---

[1] بخاري: ڪتب الايمان و النذرور، باب لا تحلفوا بآبائڪم (530/11)، ڪتاب الايمان، باب النهي عن الحلف بغير الله (1266/3) حديث نمبر 1646)

[2] مناقب الشافعي (405/1)

[3] ان کي ابن ابي حاتم "آداب الشافعي" ۾، ابو نعيم "حليہ" (112/9، 113) ". بيهقيءَ "سنن الڪبريٰ" (28/10) ۾ ۽ الاسماءِ والصفات ص 255، 256 تي روايت ڪيو آهي ۽ بغويءَ، "شرح السنہ" (188/1) تي ان جو ذڪر ڪيو آهي ۽ ڏسو "العلو" ص 121 ۽ "مختصر العلو" ص 77

[4] اجتماع الجيوش الاسلاميہ ص 165، اثبات صفتہ العلو ص 124 7 ڏسو مجموع الفتاوي (181/4، 183)، العلو، ذهبي وارو ص 120 ۽ ان جو مختصر ڇاپو البانيءَ وارو ص 176

3- ذهبيءَ، مزنيءَ کي اها ڳالهه ڪئي آهي تہ: مون چيو تہ توحيد جي باري ۾ جيڪڏهن ڪو ماڻهو منهنجي ضمير جي ڳالهه ۽ منهنجي دل ۾ جيڪو ڪنڊو اٽڪيل آهي، اها جيڪڏهن ڪو ڪڍي سگهي ٿو تہ اهو شافعي آهي، تنهنڪري مان وٽس ويس، پاڻ مصر جي مسجد ۾ هو. جڏهن مان سندس سامهون ٿي وينس تہ مون چيو تہ منهنجي دل ۾ توحيد جي باري ۾ هڪڙو مسئلو پيو ڪٽڪي ۽ آئون سمجهان ٿو تہ توهان جيترو علم ٻئي ڪنهن وٽ ڪونهي، تڏهن توهان وٽ آيو آهيان؟ تنهن تي پاڻ ڪاوڙيو ۽ چيائين تہ: توکي خبر بہ آهي تہ تون ڇا پيو ڳالهائين؟ مون چيو تہ ها. پاڻ چيائين تہ:هيءَ اها جڳهہ آهي، جتي الله تعالىٰ فرعون کي غرق ڪيو. ڇا تو تائين اها ڳالهه پهتي آهي تہ رسول الله ﷺ ان سلسلي ۾ سوال ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي؟ مون چيو تہ: نہ. پاڻ چيائين تہ: ڇا ان باري ۾ اصحابين ڪلام ڪيو آهي؟ مون چيو تہ نہ. پاڻ چيائين تہ: توکي خبر آهي تہ آسمان ۾ ڪيترا تارا آهن؟ مون چيو تہ: نہ. پاڻ چيائين تہ: ڀلا انهن مان ڪنهن هڪ ستاري جي جنس، ان جي ايرڻ، لهڻ بابت ۽ اهو ڪيئن پيدا ٿيو، ان بابت ڄاڻين ٿو؟ مون چيو تہ: نہ. پاڻ چيائين تہ: تون مخلوق مان هڪ اهڙي شيءِ، جنهن کي تون پنهنجين اکين سان ڏسين ٿو، ان جي باري ۾ نٿو ڄاڻين، تہ پوءِ ان جي خالق جي علم جي باري ۾ ڪيئن ٿو سوال ڪرين؟ پوءِ مون کان وضوءَ جي هڪ مسئلي جي باري ۾ سوال پڇيائين، مون ان جو جواب غلط ڏنو. پوءِ پاڻ چئن طرحن سان ان کي کولي بيان ڪيائين ۽ مان انهن مان ڪنهن جو بہ صحيح جواب نہ ڏئي سگهيس. پاڻ چيائين تہ، هڪ شيءِ جنهن جو تون ڏينهن ۾ پنج ڀيرا محتاج ٿين ٿو، ان جي باري ۾ تہ توکي ڄاڻ نہ آهي، باقي خالق جي علم تي پيو سوال اٿارين؟ جڏهن تنهنجي دل ۾ اهڙي ڪا ڳالهه ڪٽڪي تہ الله تعالىٰ جي هن قول ڏانهن رجوع ڪر:

﴿ وَإِلَٰهُكُمْ إِلَٰهٌ وَاحِدٌ ۖ لَّا إِلَٰهَ إِلَّا هُوَ الرَّحْمَٰنُ الرَّحِيمُ ﴿١٦٣﴾ إِنَّ فِي خَلْقِ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ ...لَآيَاتٍ لِّقَوْمٍ يَعْقِلُونَ ﴿١٦٤﴾ ﴾ ([1])

(ترجمو: ۽ تنهنجو معبود اڪيلو معبود آهي، ان کان سواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق نہ آهي. اهو رحمٰن ۽ رحيم آهي، بيشڪ آسمان ۽ زمين جي پيدائش ۾ عقل وارن لاءِ نشانيون آهن) بس مخلوق کان خالق تي استدلال ڪر ۽ جنهن شيءِ تائين تنهنجو عقل نہ پهچي، ان لاءِ ڪوشش بہ نہ ڪر."[2]

---

[1] سوره البقره: آيت 163، 164

[2] سير اعلام النبلاءِ (31/10)

4- ابن عبدالبر، يونس بن عبدالاعلي[1] کان روايت ڪري ٿو تہ: مون شافعيءَ کان ٻڌو تہ "جڏهن تون، ڪنهن ماڻهوءَ کي اهو چوندي ٻڌين تہ اسم غير مسمي آهي، يا شيءِ يا غير شيءِ آهي تہ ان جي زنديق هئڻ جي گواهي ڏي."[2]

5- شافعيءَ پنهنجي ڪتاب "الرسالہ" ۾ لکيو آهي تہ "تعريف آهي الله جي.......جيڪو اهڙو ئي آهي، جهڙو هن پنهنجو پاڻ کي بيان ڪيو آهي ۽ ان کان وڌيڪ آهي، جيئن ڪيس سندس خلق سمجهي ٿي."[3]

6- ذهبي، "سير" ۾ شافعيءَ جو اهو قول بيان ڪري ٿو تہ:"اهي صفتون، جيڪي قرآن بيان ڪيون آهن، يا جيڪي سنت مان ثابت آهن، اسان انهن کي ثابت مڃيون ٿا ۽ انهن ۾ تشبيهہ جي نفي ڪريون ٿا. جيئن هن (الله تعاليٰ) پنهنجي پاڻ جي نفي ڪئي آهي ۽ چيو اٿس تہ: ﴿لَيْسَ كَمِثْلِهِ شَيْءٌ﴾ ([4]) (يعني سندس جهڙي ڪا بہ شيءِ نہ آهي."[5]

7- ابن عبدالبر، ربيع بن سليمان کان روايت ڪئي آهي تہ "مون شافعيءَ کان الله عزوجل جي هن قول جي باري ۾ ٻڌو تہ: ﴿ كَلَّآ إِنَّهُمْ عَن رَّبِّهِمْ يَوْمَئِذٍ لَّمَحْجُوبُونَ ﴿١٥﴾ ﴾ ([6])

(ترجمو: هرگز نہ، اهي ماڻهو ان ڏهاڙي پنهنجي رب کان پردي ۾ رکيا ويندا.)

پاڻ چيائون تہ الله تعاليٰ اسان کي هن آيت جي ذريعي اهو ٻڌايو آهي تہ اتي هڪ گروهہ هوندو، جيڪو پڙدي ۾ رکيل نہ هوندو، بلڪ اهي الله کي ڏسي رهيا هوندا ۽ ان کي ڏسڻ دوران اهي هڪ ٻئي لاءِ اڙ نہ پيا ٿيندا."[7]

8- لالڪائي، ربيع بن سليمان کان روايت ڪئي آهي تہ:"مان محمد بن ادريس شافعي وٽ وينل هوس، وٽس صعيد (مصر جي مٿئين علائقي مان) هڪ چٺي آئي، ان ۾ اهو لکيل هو تہ توهان الله تعاليٰ جي هن قول جي باري ۾ ڇا ٿا چئو تہ:

﴿ كَلَّآ إِنَّهُمْ عَن رَّبِّهِمْ يَوْمَئِذٍ لَّمَحْجُوبُونَ ﴿١٥﴾ ﴾

ترجمو: هرگز نہ، اهي ماڻهو ان ڏهاڙي پنهنجي رب کان پاسيرا رکيا ويندا.

شافعيءَ چيو تہ جڏهن اهي ماڻهو ناراضگيءَ ڪارڻ پڙدي ۾ ڪيا ويندا تہ اهو دليل آهي تہ رضا جي صورت ۾ ماڻهو هن (الله) کي ڏسي بہ سگهندا. ربيع جو چوڻ آهي تہ مون چيو تہ اي

---

[1] اهو يونس بن عبدالاعلي بن ميسره صدفي مصري آهي. هن جي باري ۾ ابن حجر لکي ٿو تہ: "ثقہ آهي، ڏهين طبقي جي صغار منجهان آهي. پاڻ 264هہ ۾ فوت ٿي ويو." تقريب التهذيب" (385/2) ان جو ترجمو شذرات الذهب (149/2) ۽ ابن هدايت الله جي "طبقات الشافعيہ" جي صفحي 28 تي ڏسو.

[2] الانتقاءِ ص 79، مجموع الفتاوي (187/6)

[3] الرسالہ ص 7، 8

[4] سوره الشوريٰ: آيت 11

[5] سير (341/20)

[6] سوره المطففين: آيت 15

[7] الانتقاءِ ص 79

ابو عبدالله! توهان ان جا قائل آهيو؟ پاڻ وراڻيائين تہ ها، الله بابت منهنجو اهو ئي عقيدو آهي."[1]

9- ابن عبدالبر، جارودي[2] کان روايت ڪئي آهي، جنهن چيو تہ شافعيءَ وٽ ابراهيم بن اسماعيل بن عليہ[3] جو ذڪر نڪتو، شافعيءَ چيو تہ: مان هر ڳالهہ ۾ سندس مخالف آهيان، لاالہ الا الله چوڻ ۾ بہ هن جو مخالف آهيان، ائين نہ چوندو آهيان، جيئن هو چوي ٿو. مان چوان ٿو تہ الله کان سواءِ ڪوبہ الٰہ ڪونهي، جنهن موسيٰ عليہ السلام سان پڙدي جي پنيان ڪلام ڪيو ۽ هو چوي ٿو تہ ان الله کان سواءِ ڪوبہ معبود نہ آهي، جنهن ڪلام پيدا ڪري پڙدي جي پنيان موسيٰ کي ٻڌايو."[4]

10- لالڪائي، ربيع بن سليمان کان روايت ڪئي آهي تہ شافعي چيو تہ: جيڪو ماڻهون ائين چوي تہ قرآن مخلوق آهي، اهو ڪافر آهي."[5]

11- بيهقي، ابو محمد زبيري کان روايت ڪري ٿو تہ: "هڪ همراه، شافعي کان پڇيو تہ مونکي قرآن جي باري ۾ ٻڌايو تہ ڇا اهو خالق آهي؟ شافعيءَ چيو تہ: يا الله! نہ. هن چيو تہ: اهو مخلوق آهي؟ شافعيءَ وراڻيو تہ: يا الله! نہ. هن وري پڇيو تہ: غير مخلوق آهي؟ شافعيءَ چيو تہ يا الله! ها. هن چيو تہ: ان جو ڪهڙو دليل آهي تہ اهو غير مخلوق آهي؟ شافعيءَ پنهنجو مٿو مٿي ڪنيو ۽ چيو تہ: تون اقرار ٿو ڪرين تہ قرآن الله جو ڪلام آهي؟ هن وراڻيو تہ: ها. شافعي چيو تہ: تون ان ڳالهہ ۾ مسبوق (اڳين منجهان) آهين، الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ: ﴿ وَإِنْ أَحَدٌ مِّنَ ٱلْمُشْرِكِينَ ٱسْتَجَارَكَ فَأَجِرْهُ حَتَّىٰ يَسْمَعَ كَلَـٰمَ ٱللَّهِ ﴾ ([6])

ترجمو: جيڪڏهن مشرڪن مان ڪو توهان کان پناهہ گهري تہ ان کي پناهہ ڏيو، تانت هو الله جو ڪلام ٻڌي وٺي)

---

[1] شرح اصول اعتقاد اهل السنہ و الجماعتہ (506/2)

[2] لڳي ٿو تہ اهو موسيٰ بن ابي الجارود آهي. ان بابت نووي جو بيان آهي تہ "هيءُ شافعي جو اهل صحبت، ڪانئس علم وٺڻ وارن ۽ روايت ڪرڻ وارن مان هڪ آهي." ابن هبتہ الله جو بيان آهي تہ "هو مڪي ۾ شافعي جي مذهب تي فتويٰ ڏيندو هو. سندس وفات جي تاريخ معلوم نہ آهي." تهذيب الاسماءِ و اللغات (120/2) ۽ هدايت الله جو "طبقات الشافعي" صفحو 29

[3] اهو ابراهيم بن اسماعيل بن عليہ آهي. ان جي باري ۾ ذهبي لکي ٿو تہ:"جهمي آهي، تباهہ آهي، مناظرو ڪندو هو، قرآن جي مخلوق هئڻ جو قائل هو. 218هہ ۾ فوت ٿيو." ميزان الاعتدال (20/1) ان جو ترجمو "لسان الميزان" ۾ (34/1، 35) تي ڏسو.

[4] الانتقاءِ ص 79 ۽ هن قصي کي حافظ، بيهقيءَ جي "مناقب شافعي" جي حوالي سان بيان ڪيو آهي. اللسان (35/1)

[5] شرح اصول اعتقاد اهل السنتہ و الجماعتہ (252/1)

[6] سوره التوبہ: آيت 6

﴿ وَكَلَّمَ ٱللَّهُ مُوسَىٰ تَكۡلِيمٗا ١٦٤ ﴾ (1)
ترجمو: ۽ الله موسيٰ سان ڪلام ڪيو.
شافعي چيو تہ: تون اقرار ٿو ڪرين تہ اهو الله هو ۽ ان جو ڪلام هو؟ يا الله هو ۽ ان جو ڪلام نہ هو؟ هن همراه وراڻيو تہ الله هو ۽ ان جو ڪلام بہ هو. تنهن تي شافعي مرڪيو ۽ چيائين تہ اي ڪوفيو! جڏهن توهان اهو اقرار ٿا ڪريو تہ الله پهرين کان بہ پهرين هو ۽ ان جو ڪلام بہ هو تہ توهان پوءِ ڪيڏي نہ وڏي ڳالهہ ٿا ڪريو، هاڻي ٻڌايو تہ توهان اها ڳالهہ ڪٿان آندي تہ ڪلام يا تہ الله آهي يا ماسوي الله آهي، يا غير الله آهي، يا دون الله آهي؟ تنهن تي اهو همراه ماٺ منوڙ ۾ اتان نڪري ويو.[2]

12- ابو طالب عشاري[3] جي روايت سان " جزءِ الاعتقاد" ۾ شافعيءَ ڏانهن منسوب اها عبارت آهي، چيائين تہ ڪائنس الله عزوجل جي صفتن جي باري ۾ ۽ جنهن تي ايمان هئڻ گهرجي، ان جي باري ۾ سوال ڪيو ويو تہ چيائين تہ: الله تبارڪ و تعاليٰ جا ڪيترائي نالا ۽ صفتون آهن، جيڪي سندس ڪتاب ۾ بيان ڪيل آهن ۽ جن جي خبر سندس نبي ﷺ پنهنجي امت کي ڏني آهي. الله عز وجل جي مخلوق ۾ ڪنهن لاءِ بہ، جنهن جي لاءِ اها حجت قائم ٿي چڪي هجي تہ قرآن ان کي ڪٽي نازل ٿيو آهي، ۽ جنهن ني نظر ۾ عادل جي روايت سان نبي ڪريم ﷺ جوقول صحيح ثابت ٿي چڪو هجي، ان جي خلاف گنجائش نہ آهي. جيڪڏهن اهو حجت ثابت ٿيڻ بعد بہ ان جي مخالف ڪري تہ اهو الله عزوجل سان ڪفر ڪندڙن مان ٿيندو، البتہ خبر جي جهت سان مٿس جهت ثابت ٿيڻ کان اڳ هو جهل جي بناءِ تي معذور آهي، چو تہ هن جي علم جو ادراڪ نہ عقل سان ڪري سگهجي ٿو نہ درايت ۽ فڪر سان. ان جو مثال هيئن آهي تہ الله عزوجل خبر ڏني آهي تہ هو سميع آهي، سندس بہ هٿ آهن، ان عزوجل جو قول آهي: ﴿ بَلۡ يَدَاهُ مَبۡسُوطَتَانِ ﴾ (4)
(ترجمو: بلڪ سندس ٻئي هٿ ڦهليل آهن)
۽ اهو تہ سندس لاءِ ساڄو پاسو بہ آهي.

---

[1] سوره النسا: آيت 164
[2] مناقب الشافعي (407/1، 408)
[3] اهو محمد بن علي عشاري شيخ صدوق آهي، معروف آهي. پاڻ، "جزءِ" جي اها روايت ڪرڻ ۾ اڪيلو آهي، پر هو، انهن منجهان آهي، جو سندس باري ۾ چئي سگهجي ٿو تہ هن مليل معلومات پوريءَ ايمانداريءَ سان ڏني آهي. اها ڳالهہ ذهبيءَ "ميزان" (656/3) ۾ لکي آهي. پر هن عقيدي ۾ جيڪي ڪجهہ مثبت آهي، ان تي ڪيترن ئي اڳاٽن عالمن اعتماد ڪيو آهي، جهڙوڪ موفق بن قدامہ "ڪتاب صفتہ العلو" ۾ ص 124 تي، ابن ابي يعلي "طبقات" ۾ (283/1) تي، ابن قيم "اجتماع الجيوش" ۾ ص 165 تي، خود ذهبيءَ "سير" ۾ (79/10) تي، هيءُ رسالو، جنهن کي مان ان جي نص سان گڏ نقل ڪندس، امام حافظ ابن نصر دمشقي تي پڙهيو ويو آهي ۽ اهو سڄي جو سڄو ابن ابي يعليءَ "طبقات" ۾ نقل ڪيو آهي.
[4] سوره المائده: آيت 64

﴿ وَٱلسَّمَٰوَٰتُ مَطْوِيَّٰتُۢ بِيَمِينِهِۦ ﴾[1]
(ترجمو: ۽ آسمان سندس ساڄي هٿ ۾ ويڙهيل هوندا.)
۽ اهو ته الله جو چهرو به آهي، جيئن سندس ارشاد آهي: ﴿كُلُّ شَيْءٍ هَالِكٌ إِلَّا وَجْهَهُۥ﴾ [2]
(ترجمو: هر شيءِ هلاڪ ٿيڻ واري آهي، سواءِ سندس چهري جي)
۽ سندس قول آهي: ﴿وَيَبْقَىٰ وَجْهُ رَبِّكَ ذُو ٱلْجَلَٰلِ وَٱلْإِكْرَامِ ﴿٢٧﴾﴾ [3]
(ترجمو: تنهنجي رب جو جلال ۽ اڪرام وارو چهرو باقي رهندو)
۽ اهو به ته سندس پير به آهن، جيئن نبي ڪريم ﷺ جو قول آهي ته: ”حتيٰ يضل الرب عزوجل فيها قدمه“[4]

(ترجمو: نيٺ رب عزوجل ان ۾ (يعني جهنم ۾) پنهنجو پير وجهندو) ۽ الله عزوجل کلي ٿو، جو ته جيڪو ماڻهو الله عزوجل جي راهه ۾ قتل ٿيو، ان جي باري ۾ نبي ڪريم ﷺ جو قول آهي ته: ”لقي الله عزوجل وهو يضحک اليہ“[5] (يعني: اهو الله عزوجل سان ان حالت ۾ ملندو جو الله ڏانهس ڏسي مرڪي رهيو هوندو.) ۽ اهو به ته هو هر رات دنيا واري آسمان تي ايندو آهي، جو ته رسول الله ﷺ اهڙي خبر ڏني آهي ۽ اهو به ته هو ڪاڻو نه آهي، جو ته نبي ڪريم ﷺ جڏهن دجال جو ذڪر ڪيو ته فرمايو ته:”انہ اعور، وان ربکم ليس باعور“[6] (يعني: اهو (دجال) ڪاڻو آهي، تنهنجو رب ڪاڻو ڪونهي) ۽ اهو به ته مومنَ پنهنجي پالڻهار کي قيامت جي ڏينهن پنهنجين اکين سان ائين ڏسندس، جيئن چوڏهين رات جي چنڊ کي ڏسندا آهن ۽ اهو به ته سندس آڱريون به آهن، جيئن رسول الله ﷺ فرمايو ته: ”ما من قلب الا وهو بين

---

[1] سوره الزمر آيت 67

[2] سوره القصص: آيت 88

[3] سوره الرحمٰن: آيت 27

[4] بخاري: ڪتاب التفسير، باب ”وتقول هل من مزيد“ (594/8) حديث نمبر (4848)، مسلم ڪتاب الجنة صفتہ نعيمها واهلها، باب النار يدخلها الجبارون والجنة يدخلها الضعفاء (2187/4) حديث نمبر (2848) ٻنهي قتاده جي واسطي سان مالڪ بن انس کان روايت ڪئي آهي.

[5] بخاري: ڪتاب الجهاد، باب الڪافر يقتل الملسل (39/2) حديث نمبر 2826) مسلم” ڪتاب الاماره، باب بيان الرجلين يقتل احدهما الآخر يدخلان الجنة (1504/3) حديث نمبر (1890) ٻنهي اعرج جي واسطي سان ابي هريره کان روايت ڪئي آهي.

[6] ان روايت کي بخاريءَ، ڪتاب الفتن، باب ذڪر الدجال (19/13) حديث 7131) ۾ ۽ مسلم ”ڪتاب الفتن واشراط الساعہ، باب ذڪر الدجال وصفتہ (2248/4) ۾ حديث نمبر 2933) ۾ بيان ڪيو آهي. ٻنهي اها روايت قتاده جي واسطي سان مالڪ بن انس کان روايت ڪئي آهي.

اصبعين من اصابع الرحمٰن عز وجل"[1] **(يعني: ڪابہ دل نہ آهي، پر اها رحمٰن عزوجل جي آڱرين مان ٻن آڱرين جي وچ ۾ آهي)**

**اهي صفتون، جيڪي الله تعاليٰ پنهنجو پاڻ سان منسوب ڪيون آهن ۽ جيڪي رسول الله ﷺ بيان ڪيون آهن، انهن جي حقيقت، سوچ ويچار ۽ انومانن سان نہ ٿي ڄاڻي سگهجي ۽ انهن کي سمجهي نہ سگهڻ ڪارڻ ڪنهن کي بہ ان وقت تائين ڪافر نہ ٿو چئي سگهجي، جيستائين ان ماڻهوءَ تائين ان جي خبر نہ ٿي پهچي وڃي ۽ جڏهن اها خبر اهڙي هجي، جنهن جو ٻڌڻ مشاهدي مطابق هجي تہ ٻڌڻ واري تي ان جي حقيقت تسليم ڪرڻ ۽ ان جي گواهي ڏيڻ اهڙيءَ طرح ئي ضروري آهي، جهڙيءَ طرح هن پاڻ رسول الله ﷺ کي ڏٺو ۽ ٻڌو هو. البتہ اسان انهن صفتن کي ثابت مڃيون ٿا ۽ تشبيہ جي نفي ڪريون ٿا، جيئن الله تعاليٰ پاڻ ان جي نفي ڪئي آهي، جيئن فرمايو آهي تہ:**

﴿لَيْسَ كَمِثْلِهِۦ شَىْءٌ ۖ وَهُوَ ٱلسَّمِيعُ ٱلْبَصِيرُ ﴿١١﴾﴾ ([2])

**(ترجمو: سندس جهڙي ڪابہ شيءِ نہ آهي ۽ هو ٻڌڻ وارو ۽ ڏسڻ وارو آهي) هتي "جزءِ اعتقاد"[3] جو بيان ختم ٿيو.**

## ب: تقدير جي باري ۾ سندس قولَ:

**1- بيهقي، ربيع بن سليمان کان روايت ڪئي آهي تہ شافعيءَ کان تقدير جي باري ۾ پڇيو ويو تہ وراڻيائين:**

ما شئت كان وان لم اشا — وما شئت ان لم تشالم يكن

خلقت العباد علي ما علمت — ففي العلم بحري الفتي والمسن

علي ذامننت و هذا خذلت — وهذا اعنت وذالم تعن

فمنهم شق و منهم سعيد — ومنهم قبيح، و منهم حسن[4]

---

[1] **لڳ ڀڳ ساڳين لفظن ۾ احمد، "مسند" ۾ (182/4) تي، ابن ماجہ "مقدمہ" ۾، باب فيما انكرت الجهميہ (72/1) حديث نمبر 199 ۾، حاڪم "مستدرڪ" ۾ (525/1) تي، آجريءَ "الشريعہ" ص 317 تي ۽ ابن منده، "الرد علي الجهميہ" ۾ ص 87 تي (سيني) نواس بن سمعان جي حديث کان روايت ڪئي آهي. حاڪم جو چوڻ آهي تہ مسلم جي شرط تي آهي، پر شيخين، ان جي تخريج ناهي ڪئي. ذهبيءَ وري "تلخيص" ۾ ان کي برقرار رکيو آهي. ابن منده ان جي باري ۾ چوي ٿو تہ "نواس بن سمعان جي حديث ثابت آهي، ان کي مشهور امامن اهڙن راوين کان بيان ڪيو آهي، جن تي ڪابہ طعن ڪرڻ ممڪن نہ آهي.**

[2] سوره الشوريٰ: آيت 11

[3] **هن "الاعتقاد" جو اصل مخطوطو ليدن يونيورسٽيءَ جي مرڪزي لائبريريءَ ۾ محفوظ آهي، ان جي هڪ نسخي تان مون ان کي نقل ڪيو آهي.**

[4] **مناقب الشافعي (412/1، 413) شرح اصول اعتقاد اهل السنتہ (702/2)**

يعني: تو جيڪي گهريو، جيتوڻيڪ مون اهو نہ چاهيو هو، ۽ جيڪي مون چاهيو، جيڪڏهن تو اهو نہ چاهيو تہ نہ ٿيو. تو پنهنجي علم مطابق مخلوق کي خلقيو، جوان، پوڙها، سڀ (تنهنجي) علم جي ئي اندر هلندا آهن. انهن تي تو احسان ڪيو ۽ انهن کي بي يارو مددگار ڇڏيو، ڪنهن جي مدد ڪئي ۽ ڪنهن جي مدد نہ ڪئي تہ انهن مان ڪو نياڳو ۽ ڪو سياڳو آهي، ڪو برو آهي تہ ڪو چڱو آهي.

2- بيهقي، "مناقب الشافعي" ۾ ذڪر ڪيو آهي تہ شافعي چيو تہ "ٻانهن جي مشيئت الله جي طرف کان آهي. ٻانهو ان وقت تائين نہ چاهيندو جيستائين الله رب العالمين نہ چاهي، ڇو تہ ماڻهو پنهنجا عمل پاڻ نہ ڪندا آهن، بلڪ ٻانهن جا افعال الله تعاليٰ جا پيدا ڪيل آهن ۽ سني ۽ خراب تقدير الله عزوجل جي پاران آهي ۽ عذاب قبر حق آهي، ۽ اهل قبور کان پڇاڻو ٿيڻ بہ برحق آهي ۽ مرڻ بعد وري اٿاريو وڃڻ بہ برحق آهي ۽ پڇاڻو بہ برحق آهي ۽ جنت ۽ جهنم بہ برحق آهي ۽ ان کان سواءِ اهي سموريون ڳالهيون، جن جو ذڪر حديثن ۾ آيو آهي."[1] (اهي ضروت ٽيڪيون آهن)

3- لالڪائيءَ، مزني کان روايت ڪي آهي تہ "شافعي چيو تہ: توکي خبر آهي تہ قدري (تقدير جا منڪر) ڪير آهي؟ اهو جيڪو چوي تہ الله ڪا شيءِ پيدا نہ ڪئي آهي، ايستائين جو اها زير عمل اچي وئي."[2]

4- بيهقي، شافعي جي حوالي سان لکي ٿو تہ:"قدريہ (تقدير جا منڪر) جن جي باري ۾ رسول الله ﷺ فرمايو تہ "هم مجوس هذه الامت"[3] (يعني: اهي ماڻهو هن امت جا مجوس آهن) هي اهي ماڻهو آهن، جيڪي چون ٿا تہ الله تعاليٰ (تيستائين) ڏوهن گناهن کان اڻڄاڻ آهي، جيستائين اهي ٿي وڃن."[4]

5- بيهقي، ربيع بن سليمان کان روايت ڪئي آهي، جيڪ شافعي کان روايت ڪري ٿو تہ "اهو (شافعي) قدري (تقدير جو منڪر) جي پٺيان نماز کي مڪروه چوندو هو."[5]

## ج: ايمان جي باري ۾ سندس قولَ:

---

[1] مناقب الشافعي (415/1)

[2] شرح اصول اعتقاد اهل السنۃ والجماعۃ (701/2)

[3] ان کي ابو دائود "ڪتاب السنۃ"، باب في القدر (66/5) حديث نمبر (4691) ۾ ۽ حاڪم "مستدرڪ" (85/1) ۾ بيان ڪيو آهي. ٻنهي ابو حازم جي حوالي سان ابن عمر کان اها روايت بيان ڪئي آهي. حاڪم جو چوڻ اهي تہ حديث صحيح آهي ۽ جيڪڏهن ابن عمر کان حاڪم جي ٻڌڻ واري ڳالهہ صحيح آهي تہ شيخين جي شرط تي آهي، پر شيخين اها روايت نہ بيان ڪئي آهي ۽ ذهبيءَ ان کي برقرار رکيو آهي.

[4] مناقب الشافعي (413/1)

[5] مناقب الشافعي (413/1)

1- ابن عبدالبر، ربيع کان روايت ڪئي آهي تہ مون شافعيءَ کان ٻڌو، پاڻ چيائين تہ "ايمان قول ۽ عمل ۽ دل جي اعتقاد جو نالو آهي. الله عزوجل جو اهو قول نہ ٿا ڏسو:

﴿ وَمَا كَانَ ٱللَّهُ لِيُضِيعَ إِيمَـٰنَكُمْ ﴾ [1]

(ترجمو: الله توهان جي ايمان کي، يعني (بيت المقدس ڏانهن منهن ڪري پڙهيل) نماز کي، ضايع ڪرڻ وارو ڪونهي) يعني هتي نماز جو نالو ايمان آهي ۽ اهو قول ۽ علم ۽ دل جو ارادو آهي."[2]

2- بيهقي، ربيع بن سليمان کان روايت ڪئي آهي تہ مون شافعيءَ کان ٻڌو ، پاڻ چيائين تہ "ايمان قول ۽ عمل آهي، گهٽ وڌ ٿيندو رهندو آهي."[3]

3- بيهقي، ابو محمد زبيري کان روايت ڪري ٿو تہ، چيائين تہ هڪ همراه شافعيءَ کان پڇيو تہ ڪهڙو عمل الله وٽ وڌيڪ وڻندڙ آهي؟ شافعيءَ وراڻيو: جنهن کان سواءِ ڪوبہ عمل قبول نہ ٿو ڪيو وڃي. وري پڇيائين تہ: اهو ڪهڙو عمل آهي؟ وراڻيائين تہ: الله تي ايمان، جنهن کان سواءِ ڪوبہ الہٰ ڪونهي، اهو درجي ۾ سمورن عملن کان اعليٰ، مرتبي ۾ سڀني عملن کان شرف وارو ۽ نصيب ۾ سڀني کان روشن آهي. هن همراه چيو تہ توهان مونکي ايمان جي باري ۾ چو نہ ٿا ٻڌايو تہ اهو قول ۽ عمل آهي يا قول بلا عمل آهي؟ شافعيءَ چيو تہ: ايمان الله لاءِ ڪيل عمل آهي ۽ قول ان عمل جو حصو آهي؟ ان همراه وري چيو تہ: مونکي مهرباني ڪري کولي سمجهايو؟ شافعيءَ چيو تہ: ايمان جون مختلف حالتون، درجا ۽ طبقا آهن، انهن مان هڪڙو تام (مڪمل) آهي، جيڪو پنهنجي تمام جي منتها تائين پهتل آهي ۽ هڪڙو ناقص آهي، جنهن جو ناقص هجڻ واضح آهي ۽ هڪڙو راجح آهي، جنهن جو رجحان زائد آهي. اهن همراه وري پڇيو: چگو تہ پوءِ چئبو تہ ايمان ڪڏهن پورو نہ بہ ٿئي ٿو، ۽ گهٽ وڌ بہ ٿيندو آهي؟ شافعيءَ چيو : ها. هن وري پڇيو تہ ان جو دليل ڪهڙو آهي؟ شافعيءَ وراڻيو: الله جل ذڪره، ايمان کي بني آدم جي عضون تي فرض ڪيو آهي ۽ انهن ۾ ورهائي ڇڏيو آهي. يعني ان جي عضون مان ڪوبہ عضوو اهڙو ڪونهي، جنهن کي ٻين عضون کان وڌيڪ ايمان جو حصو سونپيو ويو هجي ۽ (اهو) الله پاران مقرر (ڪيل) آهي.

انهن عضون مان هڪڙو عضوو دل آهي، جنهن سان انسان کي سمجهہ ۽ فهم ملي ٿي ۽ اها سندس جسم جي حاڪم آهي، جنهن جي راءِ ۽ حڪم کان سواءِ جسم جا ٻيا عضوا ڪوبہ ڪم نہ ڪندا آهن.

انسان جي عضون ۾ ٻہ اکيون بہ آهن، جن سان ڏسندو آهي ۽ ٻہ ڪن بہ آهن، جن سان ٻڌندو آهي ۽ ٻہ هٿ بہ آهن، جن سان (ڪنهن شيءِ کي) جهليندو آهي. سندس شرمگاهہ بہ آهي،

---

[1] مناقب الشافعي (413/1)
[2] مناقب الشافعي (413/1)
[3] مناقب الشافعي (387/1)

جنهن جو تعلق شهوانيت سان آهي ۽ سندس زبان بہ آهي، جنهن سان هو ڳالهائيندو آهي ۽ سندس مٿو بہ آهي، جنهن ۾ سندس منهن آهي.

دل تي جيڪو فرض آهي، اهو زبان تي فرض ڪيل ڪم کان مختلف آهي ۽ ڪنن تي اها شيءِ فرض آهي، جيڪي اکين تي فرض ڪيل ڪم کان مختلف آهي ۽ هٿن تي اها شيءِ فرض آهي، جيڪي پيرن تي فرض ڪيل ڪم کان ڌار آهي ۽ شرمگاهہ تي جيڪا شيءِ فرض ڪيل آهي، اها چهري تي فرض ڪيل ڪم کان الڳ آهي.

الله تعاليٰ دل تي ايمان جو جيڪو حصو فرض ڪيو آهي، اهو آهي معرفت ۽ اقرار، عزم، رضا ۽ تسليم، يعني الله کان سواءِ ڪير بہ عبادت جي لائق نہ آهي، هو اڪيلو آهي، ساڻس شريڪ ڪير بہ ڪونهي. نہ ڪو سندس زال آهي، نہ ئي ٻار ۽ اهو تہ محمد ﷺ، الله جو ٻانهو ۽ رسول آهي ۽ الله وٽان جيڪو بہ نبي يا ڪتاب آيو آهي، ان جو اقرار ڪرڻ. اهي شيون آهن، جيڪي الله جلشانہ ٻاران دل تي فرض ڪيل آهن ۽ اهو ئي سندس عمل آهي:

﴿ إِلَّا مَنْ أُكْرِهَ وَقَلْبُهُۥ مُطْمَئِنٌّۢ بِٱلْإِيمَٰنِ وَلَٰكِن مَّن شَرَحَ بِٱلْكُفْرِ صَدْرًا فَعَلَيْهِمْ غَضَبٌ مِّنَ ٱللَّهِ ﴾ ([1])

(ترجمو: پر جنهن سان زبردستي ڪئي وئي ۽ (جڏهن تہ ان جي دل ايمان تي مطمئن هئي، پر جنهن ڪفر لاءِ پنهنجو سينو کولي ڇڏيو (تہ ان تي الله جو غضب نازل ٿيندو)

وري فرمايائين تہ: ﴿ أَلَا بِذِكْرِ ٱللَّهِ تَطْمَئِنُّ ٱلْقُلُوبُ ﴿٢٨﴾ ﴾ ([2])

(ترجمو: ياد رکو تہ الله جي ئي ذڪر سان دليون مطمئن ٿين ٿيون) ۽ فرمايائين تہ:

﴿ مِنَ ٱلَّذِينَ قَالُوٓا۟ ءَامَنَّا بِأَفْوَٰهِهِمْ وَلَمْ تُؤْمِن قُلُوبُهُمْ ﴾ ([3])

(ترجمو: ماڻهن مان ڪي اهڙا بہ آهن، جن پنهنجي زبان سان اقرار ڪيو تہ اسان ايمان آندو، جڏهن تہ سندن دلين ايمان نہ قبوليو آهي) وري فرمايائين تہ:

﴿ وَإِن تُبْدُوا۟ مَا فِىٓ أَنفُسِكُمْ أَوْ تُخْفُوهُ يُحَاسِبْكُم بِهِ ٱللَّهُ ﴾ ([4])

(ترجمو: جيڪي ڪجهہ توهان جي نفس ۾ آهي، ان کي توهان ظاهر ڪريو يا لڪايو، الله توهان کان ان جو پڇاڻو ضرور ڪندو) مطلب تہ اهو ايمان آهي، جيڪو الله، دل تي فرض ڪيو آهي ۽ اهو ئي دل جو عمل آهي ۽ اهو ئي ايمان جو اعليٰ ۽ اتم درجو آهي.

۽ الله تعاليٰ زبان تي اهو فرض ڪيو آهي تہ دل ۾ جيڪا ڳالهہ رکي آهي، ۽ جنهن جو اقرار ڪيو آهي، اها بيان ڪري ۽ ان جي تعبير ڪري. جيئن ان جي باري ۾ فرمايو ويو آهي تہ:

---

[1] سوره النحل: آيت 106

[2] سوره الرعد: آيت 28

[3] سوره المائده: آيت 41

[4] سوره البقره: آيت 284

﴿ قُولُوٓاْ ءَامَنَّا بِٱللَّهِ ﴾ ([1])

(ترجمو: توهان چئو تہ اسان الله تي ايمان آندو) ۽ فرمايائين تہ:

﴿ وَقُولُواْ لِلنَّاسِ حُسْنًا ﴾ ([2])

(يعني: ماڻهن سان چڱيون ڳالهيون كندا كريو) يعني اِهو ئي اُهو كم آهي، جيكو زبان تي فرض كيو ويو آهي، يعني دل جي ڳالھ بيان كرڻ ۽ ان جي تعبير كرڻ ۽ اهو ئي زبان جو عمل آهي ۽ اهو ئي اهو ايمان آهي، جيكو مٿس فرض كيل آهي.

الله تعاليٰ كنن تي وري اهو كم فرض كيو آهي تہ الله جون حرام كيل ڳالهيون ٻڌڻ كان پاسو كن ۽ سندس منع كيل شين كان پري رهن. جيئن ان جي باري ۾ فرمايائين تہ:

﴿ وَقَدْ نَزَّلَ عَلَيْكُمْ فِى ٱلْكِتَٰبِ أَنْ إِذَا سَمِعْتُمْ ءَايَٰتِ ٱللَّهِ يُكْفَرُ بِهَا وَيُسْتَهْزَأُ بِهَا فَلَا تَقْعُدُواْ مَعَهُمْ ﴾ ([3])

(يعني: ۽ توهان تي الله جي كتاب ۾ اها ڳالھ نازل كئي وئي آهي تہ جڏهن ٻڌو تہ توهان الله جي آيتن سان كفر ۽ ٺٺوليون (استهزاءِ) كيون پيون وڃن تہ تيستائين اهڙن ماڻهن سان گڏ نہ ويهو، جيستائين اهي (ڳالھ مٽائي) ٻيون ڳالهيون نہ كرڻ لڳن. (نہ تہ) توهان بہ انهن جهڙا ٿي ويندو) وري پڻ (۽ اتفاق سان ٿيل عمل) كي ان كان الڳ كندي فرمايائين، تہ:

﴿ وَإِمَّا يُنسِيَنَّكَ ٱلشَّيْطَٰنُ فَلَا تَقْعُدْ بَعْدَ ٱلذِّكْرَىٰ مَعَ ٱلْقَوْمِ ٱلظَّٰلِمِينَ ﴿٦٨﴾ ﴾ ([4])

(ترجمو: جيكڏهن توهان كي شيطان ڀولو كري ۽ توهان انهن سان گڏ ويهي رهيو، تہ (اهڙيءَ حالت ۾) ياد اچڻ بعد ان ظالم ٽولي سان گڏ نہ ويهجو) ۽ فرمايائين تہ:

﴿ فَبَشِّرْ عِبَادِ ﴿١٧﴾ ٱلَّذِينَ يَسْتَمِعُونَ ٱلْقَوْلَ فَيَتَّبِعُونَ أَحْسَنَهُۥٓ ۚ أُوْلَٰٓئِكَ ٱلَّذِينَ هَدَىٰهُمُ ٱللَّهُ ۖ وَأُوْلَٰٓئِكَ هُمْ أُوْلُواْ ٱلْأَلْبَٰبِ ﴿١٨﴾ ﴾ ([5])

(ترجمو: منهنجن انهن ٻانهن كي بشارت ڏئي ڇڏ، جيكي كا ڳالھ ٻڌندا آهن تہ ان جو جيكو سٺو پاسو هوندو آهي، ان جي پيروي كندا آهن. هي اهي ئي آهن، جن كي الله هدايت ڏني آهي ۽ هي اهي ئي ماڻهو آهن، جيكي ساڃاهہ وند آهن) وري فرمايائين تہ:

﴿ قَدْ أَفْلَحَ ٱلْمُؤْمِنُونَ ﴿١﴾ ٱلَّذِينَ هُمْ فِى صَلَاتِهِمْ خَٰشِعُونَ ﴿٢﴾ وَٱلَّذِينَ هُمْ عَنِ ٱللَّغْوِ مُعْرِضُونَ ﴿٣﴾ وَٱلَّذِينَ هُمْ لِلزَّكَوٰةِ فَٰعِلُونَ ﴿٤﴾ ﴾ ([6])

---

[1] سوره البقره: آيت 136

[2] سوره البقره: آيت 83

[3] سوره النساءِ: آيت 140

[4] سوره الانعام: آيت 68

[5] سوره الزمر: آيت 17، 18

[6] سوره المومنون: آيت 1 كان 4

(يعني: مومن ڪامياب ٿيا، جيڪي پنهنجي نماز ۾ خشوع ڪندا آهن ۽ جيڪي اجاين ڳالهين کان پاسو ڪندا آهن ۽ جيڪي زڪوات ڏيندا آهن) وري فرمايائين ته:

﴿ وَإِذَا سَمِعُواْ ٱللَّغْوَ أَعْرَضُواْ عَنْهُ ﴾ ([1])

(ترجمو: ۽ جڏهن اجائي ڳالهه ٻڌندا آهن ته ان کان پاسو ڪندا آهن) وري فرمايائين ته:

﴿ وَإِذَا مَرُّواْ بِٱللَّغْوِ مَرُّواْ كِرَامًا ﴿٧٢﴾ ﴾ ([2])

(يعني: جڏهن يخي هٽندڙ وٽان لنگهندا آهن ته بردباريءَ سان لنگهندا آهن) مطلب ته اها، اُها شيءِ آهي، جنهن کي الله تعاليٰ ڪنن تي فرض ڪيو آهي، يعني جيڪا شيءِ حلال نه آهي، ان کان پاسو ڪرڻ ۽ اهو ڪنن جو عمل آهي ۽ ايمان جو حصو آهي.

الله تعاليٰ اکين تي وري اهو ڪم فرض ڪيو آهي ته اهي حرام شين کي نه ڏسن ۽ جنهن ڳالهه کان انهن کي روڪيو ويو آهي، ان کان نظرون جهڪائي رکن. جيئن الله تبارڪ و تعاليٰ ان باري ۾ فرمايو آهي ته:

﴿ قُل لِّلْمُؤْمِنِينَ يَغُضُّواْ مِنْ أَبْصَٰرِهِمْ وَيَحْفَظُواْ فُرُوجَهُمْ ...وَقُل لِّلْمُؤْمِنَٰتِ يَغْضُضْنَ مِنْ أَبْصَٰرِهِنَّ وَيَحْفَظْنَ فُرُوجَهُنَّ ﴾ ([3])

(ترجمو: مومنن کي چئو ته اهي پنهنجيون نظرون جهڪائي رکن، ۽ پنهنجي اوگهڙ جي حفاظت ڪن......۽ مومنياڻين کي چئو ته اهي پنهنجيون نظرون جهڪائي رکن، ۽ پنهنجي اوگهڙ جي حفاظت ڪن) يعني ان ڳالهه کان محفوظ رکن ته نه ڪو ٻئي ڪنهن جي اوگهڙ ڏانهن ڏسن، نه ئي ڪير سندس اوگهڙ ڏسي سگهي. اهو به فرمايو ويو آهي ته الله جي ڪتاب ۾ آهي ته شرمگاهه جي حفاظت مان مراد زنا (کان بچڻ) آهي، پر هن آيت مان پتو پوي ٿو ته ان جو تعلق نظر سان آهي.

مطلب ته هيءَ اها ڳالهه آهي، جيڪا الله تعاليٰ ٻنهي اکين تي فرض ڪئي آهي، يعني اکين کي جهڪائي رکڻ ۽ اهو اکين جو عمل آهي ۽ ايمان جو حصو آهي.

وري دل، ڪنن ۽ نظر تي جيڪو فرض اهي، ان جي ڄاڻ رڳو هڪ آيت ۾ ڏني وئي آهي، جيئن الله تعاليٰ فرمايو آهي ته:

﴿ وَلَا تَقْفُ مَا لَيْسَ لَكَ بِهِۦ عِلْمٌ ۚ إِنَّ ٱلسَّمْعَ وَٱلْبَصَرَ وَٱلْفُؤَادَ كُلُّ أُوْلَٰٓئِكَ كَانَ عَنْهُ مَسْـُٔولًا ﴿٣٦﴾ ﴾ ([4])

(ترجمو: ۽ جنهن ڳالهه جو توهان کي پتو نه آهي، ان جي ڪڍ نه لڳو. بيشڪ ڪنَ ۽ اکيون ۽ دل، انهن سڀني کان ان جي باري ۾ پڇاڻو ڪيو ويندو)

---

[1] سوره القصص: آيت 55

[2] سوره الفرقان: آيت 72

[3] سوره النور: آيت: 30، 31

[4] سوره الاسراءِ: آيت 36

(امام شافعيءَ) جو چوڻ آهي ته شرمگاهه جو اهو فرض آهي ته ان کي الله جي حرام ڪيل شيءِ سان چاڪ نه ڪري.

﴿ وَالَّذِينَ هُمْ لِفُرُوجِهِمْ حَافِظُونَ ﴿٥﴾ ﴾ ([1])

(يعني: ۽ جيڪي پنهنجي اوگهڙ جي حفاظت ڪن ٿا) وري فرمايائين:

﴿ وَمَا كُنتُمْ تَسْتَتِرُونَ أَن يَشْهَدَ عَلَيْكُمْ سَمْعُكُمْ وَلَا أَبْصَارُكُمْ وَلَا جُلُودُكُمْ ﴾ ([2])

(ترجمو: ۽ توهان ان ڳالهه کان لڪي نه ٿي سگهيا ته توهان جا ڪن، توهان جون اکيون، ۽ توهان جي چمڙي توهان تي گواهي ڏي.) چمڙيءَ مان مراد شرمگاهه ۽ ران آهي. مطلب ته اِها أها شيءِ آهي، جيڪي الله تعاليٰءَ شرمگاهه تي فرض ڪئي آهي، يعني جيڪي شيءِ حلال نه آهي، ان کان ان جي حفاظت ڪري ۽ اهو سندس عمل آهي.

وري هٿن جو فرض اهو مقرر ڪيو ويو آهي ته الله تعاليٰ جون حرام ڪيل شيون نه جهلي، بلڪ اهڙيون شيون جهلي، جنهن جو ان حڪم ڏنو آهي، يعني صدقو، صله رحمي، الله جي راه ۾ جهاد ۽ نمازن جي لاءِ پاڪائي. جيئن ان جي باري ۾ فرمايو اٿس ته:

﴿ يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا إِذَا قُمْتُمْ إِلَى الصَّلَاةِ فَاغْسِلُوا وُجُوهَكُمْ وَأَيْدِيَكُمْ إِلَى الْمَرَافِقِ ﴾ ([3])

(ترجمو: اي ايمان وارو! جڏهن توهان نماز لاءِ اٿو ته پنهنجا منهن ۽ نوننين تائين پنهنجا هٿ ڌوئي وٺو) وري فرمايائين:

﴿ فَإِذَا لَقِيتُمُ الَّذِينَ كَفَرُوا فَضَرْبَ الرِّقَابِ حَتَّىٰ إِذَا أَثْخَنتُمُوهُمْ فَشُدُّوا الْوَثَاقَ فَإِمَّا مَنًّا بَعْدُ وَإِمَّا فِدَاءً ﴾ ([4])

(ترجمو: پوءِ جڏهن ڪافرن سان ٽڪرايو ته (پهريون ڪم) گردن زني ڪرڻ آهي، ايستائين جو جڏهن توهان انهن کي چڱيءَ طرح ڪچلي وٺو ته مضبوطيءَ سان انهن کي ٻڌو ۽ ان بعد يا ته احسان ڪريو يا فديو وٺو) چو ته مار ماران، صله رحمي ۽ صدقو هٿن سان ڪرڻ وارا ڪم آهن.

ٻنهي پيرن تي وري اهو فرض ڪيل آهي ته انهن سان الله جلشانه جي حرام ڪيل شين ڏانهن نه هلي نه وڃجي، جيئن ان جي باري ۾ فرمايو ويو آهي ته:

﴿ وَلَا تَمْشِ فِي الْأَرْضِ مَرَحًا ۖ إِنَّكَ لَن تَخْرِقَ الْأَرْضَ وَلَن تَبْلُغَ الْجِبَالَ طُولًا ﴿٣٧﴾ ﴾ ([5])

(ترجمو: تون زمين تي آڪڙ سان نه هل، نه ڪو تون زمين کي ڦاڙي سگهين ٿو، ۽ نه ئي پهاڙن جي بلنديءَ تائين پهچي سگهين ٿو)

---

[1] سوره المومنون: آيت 5

[2] سوره الفصلت: آيت 22

[3] سوره المائده: آيت 6

[4] سوره محمد: آيت 4

[5] سوره الاسراءِ: آيت 37

چهري تي وري اهو فرض ڪيل آهي تہ الله کي ڏينهن ۽ رات ۾ ۽ نماز جي وقتن تي سجدو ڪري، جيئن ان جي باري ۾ فرمايو اٿس تہ:

﴿ يَـٰٓأَيُّهَا ٱلَّذِينَ ءَامَنُوا۟ ٱرْكَعُوا۟ وَٱسْجُدُوا۟ وَٱعْبُدُوا۟ رَبَّكُمْ وَٱفْعَلُوا۟ ٱلْخَيْرَ لَعَلَّكُمْ تُفْلِحُونَ ﴿٧٧﴾ ﴾ ([1])

(ترجمو: اي ايمان وارو! رڪوع ڪريو ۽ سجدو ڪريو ۽ پنهنجي پالڻهار جي عبادت ڪريو ۽ ڀلائي ڪريو تہ جيئن توهان ڪامياب ٿي سگهو) وري چيائين تہ:

﴿ وَأَنَّ ٱلْمَسَـٰجِدَ لِلَّهِ فَلَا تَدْعُوا۟ مَعَ ٱللَّهِ أَحَدًا ﴿١٨﴾ ﴾ ([2])

(ترجمو: ۽ مسجدون الله لاءِ آهن، بس الله سان گڏ ڪنهن ٻئي کي نہ پڪاريو) هتي مسجدن مان مراد پيشاني وغيره ۽ اهي عضوا ورتل آهي، جن تي ابن آدم سجدو ڪندو آهي.

(امام شافعيءَ) جو چوڻ آهي تہ: اهي ئي اهي شيون آهن، جن کي الله تعاليٰ انهن عضون تي فرض ڪيو آهي.

اڳتي وري الله جي لاءِ پاڪائي ۽ نماز کي پنهنجي ڪتاب ۾ ايمان ڪوٺيو اٿس ۽ اهو ان وقت، جڏهن الله تعاليٰ پنهنجي نبيءَ جو رخ بيت المقدس ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهڻ کان ڦيرائي ڇڏيو ۽ ڪعبي ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهڻ جو حڪم ڏنو ۽ مسلمان سورنهن مهينا بيت المقدس ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهي چڪا هئا، جنهن تي انهن چيو تہ يا رسول الله ﷺ! اهو تہ ٻڌايو تہ اسان بيت المقدس ڏانهن منهن ڪري جيڪي نمازون پڙهيون آهن، انهن جو حال ۽ اسان جو حال ڇا ٿيندو؟ تنهن تي الله تعاليٰ اها آيت نازل ڪئي:

﴿ وَمَا كَانَ ٱللَّهُ لِيُضِيعَ إِيمَـٰنَكُمْ ۚ إِنَّ ٱللَّهَ بِٱلنَّاسِ لَرَءُوفٌ رَّحِيمٌ ﴿١٤٣﴾ ﴾ ([3])

(ترجمو: الله توهانجي ايمان کي برباد ڪرڻ وارو ناهي، بيشڪ الله، ماڻهن لاءِ رئوف ۽ رحيم آهي) هتي الله تعاليٰ نماز جو نالو ايمان رکيو، تنهنڪري جيڪو الله ڪارڻ پنهنجين نمازن جي حفاظت ڪندي، پنهنجن عضون جي حفاظت ڪندي، هر عضوي سان لاڳاپيل الله جو حڪم ۽ ان جو مقرر ڪيل ڪم سرانجام ڏيندي، ڪامل الايمان ٿي ملندو، اهو جنتين منجهان آهي ۽ جيڪو الله جي حڪم ۾ شامل ڪنهن شيءِ کي ڇاٽي واٽي ڇڏيندو رهيو، اهو الله سان ناقص الايمانيءَ جي حالت ۾ ملندو. وڌيڪ چيائين تہ هاڻي توهان ايمان جا نقصان تہ پوريءَ ريت ڄاڻي ورتا، پر واڌارو ڪيئن ٿو ٿئي؟ ان سلسلي ۾ شافعي چوي ٿو تہ الله جلشانہ فرمايو آهي تہ:

﴿ وَإِذَا مَآ أُنزِلَتْ سُورَةٌ فَمِنْهُم مَّن يَقُولُ أَيُّكُمْ زَادَتْهُ هَـٰذِهِۦٓ إِيمَـٰنًا ۚ فَأَمَّا ٱلَّذِينَ ءَامَنُوا۟ فَزَادَتْهُمْ إِيمَـٰنًا وَهُمْ يَسْتَبْشِرُونَ ﴿١٢٤﴾ وَأَمَّا ٱلَّذِينَ فِى قُلُوبِهِم مَّرَضٌ فَزَادَتْهُمْ رِجْسًا إِلَىٰ رِجْسِهِمْ وَمَاتُوا۟ وَهُمْ كَـٰفِرُونَ ﴿١٢٥﴾ ﴾ ([1])

---

[1] سوره الحج: آيت 77

[2] سوره الجن: آيت 18

[3] سوره البقره: آيت 143

(ترجمو: جڏهن ڪا سورت نازل ٿئي ٿي تہ انهن مان ڪي چون ٿا تہ توهان مان ڪنهن کي هن سوره تي وڌيڪ ايمان آهي؟ تڏهن جن ايمان آندو آهي، انهن کي تہ اها سوره ايمان ۾ وڌائي ٿي ۽ اهي خوش ٿيندا آهن، پر جن ماڻهن جي دل ۾ مرض آهي، انهن کي ان گندگيءَ سان گندگيءَ ۾ واڌارو ٿئي ٿو ۽ اهي ان حالت ۾ مرندا آهن جو ڪافر هوندا آهن) وري چيائين تہ:

﴿ إِنَّهُمْ فِتْيَةٌ ءَامَنُوا۟ بِرَبِّهِمْ وَزِدْنَٰهُمْ هُدًى ﴿١٣﴾ ﴾ [2]

(ترجمو: اهي ڪجهہ نوجوان هئا، جن پنهنجي پالڻهار تي ايمان آندو ۽ اسان انهن کي هدايت ۾ اجا وڌايو)

شافعي فرمائي ٿو تہ: جيڪڏهن اهو ايمان سڄي جو سڄو هڪڙو ئي هجي ها، ان ۾ گهاٽي واڌي نہ ٿيندي هجي ها تہ ان ۾ ڪنهن جي فضيلت نہ هجي ها، سڀ ماڻهو برابر هجن ها ۽ تفضيل (يعني ايمان جي درجن ۾ گهاٽي واڌي ٿيڻ سان ماڻهوءَ جي رتبي ۾ آيل فرق) ممڪن نہ هجي ها. پر ايمان جي پوري ٿيڻ سان مومن جنت ۾ داخل ٿيا ۽ ايمان جي واڌيءَ سان الله وٽ جنت ۾ مومنن جا درجا وڌيا ۽ ايمان جي گهٽتائيءَ ڪري ڪوتاهي ڪرڻ وارا جهنم ۾ داخل ٿيا.

شافعي فرمائي ٿو تہ: الله عز وجل پنهنجن ٻانهن ۾ مسابقہ ڪرايو آهي، جيئن گهوڙن جي ڊوڙ واري ڏينهن گهوڙن ۾ مسابقہ ڪرايو ويندو آهي. پوءِ اهي ماڻهو پنهنجي سبقت جي حساب سان پنهنجن درجن تي پهتا آهن، جيئن هر ماڻهوءَ کي ان جي سبقت جي درجي تي رکيو ويو آهي ۽ ان ۾ سندس حق گهٽايو نہ ويو آهي، نہ ئي پوئين کي پهرئين تي مقدم ڪيو ويو آهي ۽ نہ ئي ڪنهن فضيلت ۾ پوئتي رهڻ واري کان فاضل تي، مقدم ڪيو ويو آهي ۽ ان ڪري ئي هن امت جي اول کي آخر تي فضيلت حاصل آهي ۽ جيڪڏهن ايمان ڏانهن اڳرائي ڪرڻ وارن کي پٺتي رهجي وڃڻ وارن تي فضيلت نہ هجي ها تہ امت جو آخر، ان جي اول سان لاحق ٿي وڃي ها.[3]

## د: اصحابين جي باري ۾ سندس قولَ:

1- بيهقي، شافعي کان روايت ڪري ٿو تہ پاڻ چيائين تہ "الله تبارڪ و تعاليٰ قرآن، توريت ۽ انجيل ۾ رسول الله ﷺ جي اصحابين جي واکاڻ ڪئي آهي ۽ خود رسول الله ﷺ جي زباني بہ سندن اهڙي فضيلت بيان ڪيل آهي، جيڪا انهن کان پوءِ ڪنهن لاءِ بہ ڪانهي. بس الله انهن تي رحم ڪري ۽ کين صديقن، شهيدن ۽ صالحن جي اعليٰ منزلن تي

---

[1] سوره التوبہ: آيت 124، 125

[2] سوره الڪهف: آيت 13

[3] مناقب الشافعي (387/1، 393)

پهچائي، سندن باري ۾ آيل فضل سان ڪين شاد ڪري. انهن اسان تائين رسول الله ﷺ جون سنتون پهچايون ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جو اهڙيءَ حالت ۾ مشاهدو ڪيو جو پاڻ سڳورن ﷺ تي وحي نازل ٿي رهي هئي، بس انهن رسول الله ﷺ جي ارشاد جو اصل مفهوم سمجهيو ته اهو عام آهي يا خاص، عزيمت آهي يا ارشاد ۽ ڪين، پاڻ سڳورن ﷺ جون اهي سنتون معلوم ٿيون، جيڪي اسان کي معلوم ٿيون ۽ جيڪي معلوم نه ٿي سگهيون، اهي هر علم ۽ اجتهاد ۾، ورع ۽ عقل ۾ ۽ هر ان معاملي ۾، جنهن سان ڪنهن علم کي سمجهيو ۽ نتيجو ڪڍيو وڃي، اهي اسان کان وڌيڪ آهن. سندن رايا اسان لاءِ وڌيڪ ساراهه جوڳا آهن ۽ اسان جي نظر ۾ اسان جن پنهنجن راين کان وڌيڪ بهتر آهن. والله اعلم."[1]

2- بيهقيءَ، ربيع بن سليمان جي حوالي سان لکيو آهي ته: "مون شافعيءَ کان ٻڌو، پاڻ اصحابي سڳورن جي هڪ ٻئي تي فضيلت جي باري ۾ هيٺن بيان ڪيائين ته: ابوبڪر ۽ عمر ۽ عثمان ۽ علي."[2]

3- بيهقيءَ، محمد بن عبدالله بن عبدالحڪم[3] جي حوالي سان روايت ڪئي آهي ته: مون شافعيءَ کان ٻڌو ته رسول الله ﷺ کان پوءِ سڀني کان ڀلارو ابوبڪر آهي، پوءِ عمر، پوءِ عثمان، پوءِ علي رضي الله عنهم

4- هرويءَ، يوسف بن يحيٰ بويطي کان روايت آندي آهي ته "مون شافعيءَ کان پڇيو ته مان رافضيءَ جي پنيان نماز پڙهي سگهان ٿو؟ وراڻيائين ته: رافضي، قدري (تقدير جو منڪر) ۽ مرجيءَ جي پنيان نماز نه پڙهندا ڪريو. مون چيو ته توهان انهن جون نشانيون ٻڌايو، وراڻيائين ته: جيڪو چوي ته ايمان قول آهي، اهو مرجئي آهي، ۽ جيڪو چوي ته ابوبڪر ۽ عمر امام ناهن، اهو رافضي آهي ۽ جيڪو مشيئت کي پنهنجي پاران سمجهي، اهو قدري آهي."[4]

## هه: دين جي معاملي ۾ اجايا بحث مباحثا ڪرڻ کان روڪ:

---

[1] مناقب الشافعي (432/1)

[2] مناقب الشافعي (432/1)

[3] هيءُ ابو عبدالله محمد بن عبدالله بن عبدالحڪم مصري آهي. سندس باري ۾ شيرازي لکي ٿو ته:"پاڻ شافعي سان گڏ رهيو، ڪانئس مقاهت حاصل ڪيائين. ڪيس آزمائش (خلق قرآن جي معاملي) ۾ ابن ابي دائود وٽ بغداد موڪليو ويو، پر هن سندس ڳالهه نه مڃي ۽ ڪيس واپس مصر موٽائي ڇڏيو. 262هه ۾ سندس وفات ٿي." "طبقات الفقهاٰ ص 99" ان جو ترجمو ابن هدايت الله، "طبقات الشافعيه" جي نالي سان ڪيو، جنهن جي صفحي 30 تي ۽ شذرات الذهب ۾ (154/2) تي ڏسو.

[4] مناقب الشافعي (433/1)

1- هرويءَ، ربيع بن سليمان کان روايت ڪئي آهي ته: ”مون شافعيءَ کان ٻڌو ته....جيڪڏهن ماڻهو پنهنجا علم جا ڪتاب ٻين کي ڏيڻ جي وصيت ڪري وڃي، ۽ ان ۾ ئي ڪلام جا ڪتاب به هجن ته اهي وصيت ۾ داخل نه ٿيندي، ڇو ته اهو علم نه آهي.“[1]

2- هرويءَ، حسن زعفرانيءَ کان روايت آندي آهي، جنهن چيو ته ”مون شافعيءَ کان ٻڌو، پاڻ چيائين ته: مون ڪلام جي باري ۾ هڪ ٻيري کان وڌيڪ ڪنهن سان به مناظرو نه ڪيو آهي، ۽ مان الله کان ان لاءِ مغفرت گهران ٿو.“[2]

3- هرويءَ، ربيع بن سليمان کان روايت آندي آهي ته ”شافعي چيو ته: جيڪڏهن مان چاهيان ته هر مخالف تي هڪ وڏو ڪتاب لکي سگهان ٿو، پر ڪلام منهنجي شان وٽان نه آهي ۽ مان اهو پسند نه ٿو ڪريان ته ان سلسلي جي ڪا شيءِ مون ڏانهن منسوب ٿيل هجي.“[3]

4- ابن بطہ، ابو ثور کان روايت آندي آهي ته:”مونکي شافعيءَ چيو ته مون اهڙو ڪو ماڻهو نه ڏٺو، جنهن ٿورڙي به ڪلام جي چادر اوڙهي هجي (يعني علم ڪلام تي ڀروسو ڪيو هجي)، ۽ پوءِ ڪامياب به ٿيو هجي.“[4]

5- هرويءَ، يونس مصريءَ کان روايت آندي آهي ته:”شافعيءَ چيو ته:”الله، انسانن کي شرڪ کان سواءِ پنهنجي هر منع ڪيل شيءِ ۾ مبتلا ڪري ڇڏي، اهو ڪلام ۾ مبتلا ٿيڻ کان ان لاءِ بهتر آهي.“[5]

اهي آهن دين جي مسئلن ۾ امام شافعيءَ جا قول ۽ علم ڪلام بابت سندس موقف، جيڪو هتي بيان ڪيو ويو.

---

[1] ذم الڪلام (صفحو 215) اها روايت ذهبيءَ به ”سير“ ۾ (31/10) آندي آهي.
[2] ذم الڪلام (صفحو 213) اها روايت ذهبيءَ به ”سير“ ۾ (30/10) آندي آهي.
[3] ذم الڪلام (صفحو 213) اها روايت ذهبيءَ به ”سير“ ۾ (30/10) آندي آهي.
[4] ذم الڪلام (صفحو 215)
[5] مناقب الشافعي لابن ابي حاتم ص 182

# باب پنجون

# امام احمد بن حنبل رحمه الله جو عقيدو

**الف: توحيد جي باري ۾ سندس قولَ:**

1- "طبقات الحنابلہ"[1] ۾ آهي تہ "امام احمد کان توڪل بابت پڇيو ويو تہ پاڻ فرمايائين تہ:"مخلوق کان مايوسيءَ سان لڳ لاڳاپا لاهي ڇڏڻ."

2- حنبل جي ڪتاب "ڪتاب المحنہ"[2] ۾ آهي تہ امام احمد چيو تہ "الله تعاليٰ سدائين متڪلم رهيو آهي ۽ قرآن، الله عز وجل جو ڪلام آهي، مخلوق نہ آهي ۽ هر جهت ۾ آهي، ۽ الله عز وجل پنهنجو پاڻ کي جنهن شيءِ سان متصف ڪيو آهي، ان کان وڌيڪ ڪنهن شيءِ سان متصف نہ ڪرڻ گهرجي."

3- ابن ابي يعلي، ابوبڪر مروزي کان بيان ڪري ٿو تہ "مون، امام احمد بن حنبل کان انهن حديثن بابت پڇيو، جيڪي جهميہ، صفتن ۽ رويت ۽ اسراءِ ۽ عرش جي قصي جي سلسلي ۾ مسترد ڪن ٿا، تنهن تي پاڻ ورنديءَ ۾ انهن حديثن کي صحيح ڪوٺيائي ۽ چيائين تہ امت انهن کي قبول ڪري ٿي ۽ اهي خبرون جيئن بيان ڪيل آهن، تيئن ئي بيان ڪرڻ گهرجن."[3]

4- عبدالله بن احمد "ڪتاب السنہ" ۾ لکيو آهي تہ احمد چيو تہ:"جيڪو ماڻهو اهو سمجهي ٿو تہ الله ڪلام نہ ٿو ڪري، اهو ڪافر آهي، البتہ اسان انهن حديثن کي ائين ئي بيان ڪندا آهيون، جيئن اهي بيان ڪيل آهن."

5- لالڪائيءَ، حنبل[4] کان روايت ڪئي آهي تہ پاڻ، امام احمد کان رويت (قيامت جي ڏينهن الله جي ديدار) جي باري ۾ سوال پڇيو تہ پاڻ وراڻيائين تہ"صحيح حديثن تي اسان ايمان رکون ٿا ۽ انهن جو اقرار ڪريون ٿا ۽ جيڪي ڪجهہ پاڻ سڳورن ﷺ کان سٺي سند سان روايت ڪيل آهي، ان تي اسين ايمان رکون ٿا ۽ اقرار ڪريون ٿا."[5]

6- ابن جوزي "مناقب" ۾ مسدد جي نالي احمد بن حنبل جي لکيل هڪ خط جو ذڪر ڪيو آهي، جنهن ۾ بيان ٿيل آهي تہ "۽ الله کان ان شيءِ جي نفي ڪريو، جنهن جي هن

---

[1] طبقاب الحنابلہ (416/1)

[2] ڪتاب المحنہ ص 68

[3] طبقات الحنابلہ (56/1)

[4] اهو حنبل بن اسحاق بن حنبل بن هلال بن اسد، ابو علي شيباني آهي ۽ احمد بن حنبل جو سوٽ آهي. سندس باري ۾ خطيب لکي ٿو تہ: "اهو ثقہ راوي آهي، ثبت آهي، 273هہ ۾ وفات ڪيائين." تاريخ بغداد (286/8، 287) ۽ ان جو ترجمو طبقات الحنابلہ (143/1) تي ڏسو.

[5] شرح اعتقاد اهل السنہ والجماعہ (507/2)

پنهنجو پاڻ کان نفي ڪئي آهي.“[1] (يعني اهڙي شيءِ الله تعاليٰ سان منسوب نہ ڪريو، جنهن جي نفي الله تعاليٰ پاڻ ڪئي آهي.“[2]

7- امام احمد جي ”ڪتاب الرد علي الجهميہ“ ۾ سندس قول آيل آهي تہ ”جهم بن صفوان اهو سمجهيو آهي تہ جيڪو ماڻهو الله کي ڪنهن اهڙي شيءِ سان متصف ڪندو، جنهن سان هن پنهنجو پاڻ کي پنهنجي ڪتاب ۾ متصف ڪيو آهي، يا جيڪي سندس رسول بيان ڪيون آهن، تہ اهو ڪافر ٿي ويندو ۽ مشبهہ (يعني الله تعاليٰ جي ٻين سان ڀيٽ ڪرڻ وارن) منجهان هوندو.“[3]

8- ابن تيميہ (پنهنجي ڪتاب) ”درءِ“ ۾ امام احمد جو اهو قول بيان ڪيو آهي تہ:”اسان هن ڳالهہ تي ايمان رکون ٿا تہ الله عرض تي آهي، جيئن هن پاڻ چاهيو ۽ جهڙيءَ طرح چاهيو، بنا ڪنهن حد ۽ بنا ڪنهن اهڙي صفت جي، جتي ڪو بيان ڪرڻ وارو پهچي سگهندو هجي يا ڪا حد مقرر ڪري سگهندو هجي. بس الله جو صفتون اهڙيون ئي آهن ۽ سندس لاءِ ئي مخصوص آهن. هو اهڙو ئي آهي، جهڙو هن پنهنجين وصفن ۾ پاڻ کي بيان ڪيو آهي. نظرون ڪيس نہ ٿيون ڏسي سگهن.“[4]

9- ابن ابي يعلي، احمد کان اها روايت بيان ڪري ٿو تہ: ”جيڪو ماڻهو ائين سمجهي ٿو تہ الله کي آخرت ۾ نہ ڏسي سگهبو، اهو ڪافر آهي، قرآن جو انڪار ڪرڻ وارو آهي.“[5]

10- ابن ابي يعلي، عبدالله بن احمد جي حوالي سان لکي ٿو تہ:” مون پنهنجي پيءُ کان انهن ماڻهن جي باري ۾ پڇيو، جيڪي چوندا آهن تہ جڏهن الله تعاليٰ، موسي عليہ السلام سان ڳالهايو تہ اهو ڳالهائڻ ڪنهن بہ آواز بغير هو. تنهن تي بابا وراڻيو تہ: ”هن (الله) آواز سان ئي ڳالهايو هو ۽ اهڙين حديثن کي اسين ائين ئي بيان ڪندا آهيون، جيئن اهي بيان ڪيل آهن.“[6] (يعني ظاهري مفهوم سان)

11- لالڪائي، عبدوس بن مالڪ العطار کان روايت ڪري ٿو تہ:”مون ابو عبدالله احمد بن حنبل کان ٻڌو، جنهن چيو تہ ”....۽ قرآن الله جو ڪلام آهي، مخلوق نہ آهي ۽ توهان اهو چوڻ ۾ ڪمزور نہ ٿيو تہ اهو مخلوق نہ آهي.“[7]

---

[1] اهو مسدد بن مسرهد بن مسربل اسدي بصري آهي، جنهن جي باري ۾ ذهبي لکي ٿو تہ: ”امام، حافظ، حجت، 228هہ ۾ وفات ڪيائين.“ سير اعلام النبلاءِ(591/10) ۽ ان جو ترجمو تهذيب التهذيب (107/10) ۾ ڏسو.

[2] مناقب الامام احمد ص 221

[3] الرد علي الجهميہ ص 104

[4] درءِ تعارض العقل والعقل (30/2)

[5] طبقات الحنابلہ (59/1، 145)

[6] طبقات الحنابلہ (185/1)

[7] شرح اصول اعتقاد اهل السنۃ والجماعہ (157/1)

ب: تقدير جي باري ۾ سندس قولَ:

1- ابن جوزي "مناقب" ۾ مسدد جي نالي احمد بن حنبل جي لکيل جنهن خط جو ذکر ڪيو آهي، ان ۾ چيو ويو آهي ته:"سٺي ۽ خراب، مٺي يا ڪڙي تقدير تي ايمان رک جو اها الله پاران ئي هوندي آهي."[1]

2- خلال، ابوبڪر مروزي کان روايت ڪئي آهي ته:ابو عبدالله کان پڇڻ تي فرمايائين ته:"خير ۽ شر ٻانهن جو مقدر آهي. ڪانئن پڇيو ويو ته:"خير ۽ شر الله تعاليٰ پيدا ڪيو آهي؟ وراڻيائين ته ها، الله ان کي مقدر ڪيو آهي."[2]

3- امام احمد جي "ڪتاب السنه" ۾ سندس اهو قول ڏنل آهي ته "سٺي ۽ خراب، گهٽ ۽ وڌ، ظاهر ۽ باطن، مٺي ۽ ڪڙي، وڻندڙ ۽ اڻوڻندڙ مطلب ته اول آخر ساري تقدير الله پاران ڪيل هڪ فيصلو آهي، جنهن کي هن پنهنجن ٻانهن مٿان لاڳو ڪيو آهي ۽ هڪ تقدير آهي، جيڪا هن مقدر ڪئي آهي. ڪير به الله جي مرضيءَ کان اڳتي نه ٿو نڪري سگهي، ۽ نه ئي ان جي فيصلي کان ٽپي سگهي ٿو."[3]

4- خلال، محمد بن ابي هارون کان ۽ ان ابو الحارث کان روايت آندي آهي ته مون ابو عبدالله کان ٻڌو، پاڻ فرمايائين ته "بس الله عزوجل، فرمانبرداري ۽ گناهگاري (ماڻهن جو) مقدر ڪئي آهن ۽ جنهن کي ڀاڳن وارو لکيو آهي، اهو ڀاڳن وارو آهي ۽ جنهن کي نياڳو لکيو آهي، اهو نياڳو آهي."[4]

5- عبدالله بن احمد جو بيان آهي ته مونکي بابا ٻڌايو ته ڪانئن علي بن جهم، اهڙي ماڻهوءَ جي باري ۾ سوال پڇيو، جيڪو تقدير کي نه مڃيندو هجي ته ڇا اهو ڪافر چئبو؟ پاڻ وراڻيائين ته: "جڏهن اهو علم جو انڪار ڪندو ۽ ائين چوندو ته الله نه ٿي ڄاتو، تانت هن علم پيدا ڪيو، تڏهن ڄاتائين ته هن الله جي علم کان انڪار ڪيو، تنهنڪري اهو ڪافر چئبو؟"[5]

6- عبدالله بن احمد لکي ٿو ته: "هڪ ڀيري مون بابا کان قدري (تقدير جي منڪر) جي پٺيان نماز پڙهڻ جي باري ۾ سوال ڪيو، پاڻ وراڻيائين ته:"جيڪڏهن هو ان جي باري ۾ مخاصمو (بحث مباحثو) ڪندو هجي ۽ ماڻهن کي ان طرف مائل ڪندو هجي ته سندس پٺيان نماز نه پڙهو."[6]

---

[1] مناقب امام احمد ص 169، 172، ڇپائيندڙ دارالآفاق الجديده

[2] السنته للخلال (صفحو 85)

[3] السنه ص 68

[4] السنه للخلال (صفحو 85)

[5] السنه لعبدالله بن احمد ص 119

[6] السنه (384/1)

ج: ايمان جي باري ۾ سندس قولَ:

1- ابن ابي يعلي، احمد جي حوالي سان اها ڳالهه ڪئي آهي ته پاڻ چيائين ته:"ايمان جي افضل ترين خصلتن مان (ڪنهن سان به) الله ڪارڻ محبت ۽ الله ڪارڻ بغض رکڻ آهي."[1]

2- ابن جوزيءَ، امام احمد جي باري ۾ لکيو آهي ته پاڻ چيائين ته:"ايمان وڌندو ۽ گهٽجندو آهي، جيئن حديث ۾ آهي: (اكمل المومنين ايمانا احسنهم خلقا)[2] (يعني: مومنن مان سڀ کان ڪامل ايمان وارو اهو ماڻهو آهي، جنهن جو اخلاق سڀني کان سٺو آهي.)[3]

3- خلال، سليمان بن اشعث[4] کان روايت آندي آهي ته ابو عبدالله چيو ته: "نماز ۽ زڪوات ۽ حج ۽ نيڪي، ايمان مان آهن ۽ گناهه ايمان کي گهٽائي ڇڏيندا آهن."[5]

4- عبدالله بن احمد لکي ٿو ته:"مون پنهنجي پيءُ کان اهڙي ماڻهوءَ جي باري ۾ پڇيو، جيڪو چوندو هجي ته ايمان قول ۽ عمل (جو نالو) آهي ۽ وڌندو ۽ گهٽجندو رهندو آهي، پر اهو استثناءِ (انشاءَ الله نه ٿو چوي. ڇا اهو مرجئي آهي؟ پاڻ وراڻيائين ته استثناءِ نه ڪرڻ وارن جي خلاف حجت، اهل قبور لاءِ رسول الله ﷺ جو اهو قول آهي ته: "وانا ان شاءِ الله بكم لاحقون"[6] (يعني: اسان توهان سان انشاءَ الله لاحق ٿينداسين)[7]

5- عبدالله بن احمد لکي ٿو ته:"مون پنهنجي پيءُ کان ٻڌو، ڪانئن ارجاءِ (رجوع ڪرڻ) جي باري ۾ سوال ڪيو ويو ته پاڻ وراڻيائين ته: "اسان چئون ٿا ته ايمان (جو تعلق) قول ۽ عمل سان آهي، گهٽ وڌ ٿيندو رهندو آهي، جڏهن ڪو ماڻهو زنا ڪري يا شراب پيئي ته ان جو ايمان گهٽجي ويندو آهي."[8]

---

[1] طبقات الحنابله (275/2)

[2] ان کي احمد "مسند" ۾ (250/2) تي، ابو دائود "ڪتاب السنه" باب الدليل علي زياده الايمان و نقصانه (60/5) حديث نمبر 4682) تي، ترمذيءَ، "ڪتاب الرضاع، باب ما جاءِ في حق المراه علي زوجها" (457/3) حديث نمبر 1162) تي، سڀني ابو سلمه جي حوالي سان ابي هريره کان اها روايت بيان ڪئي آهي، جنهن جي باري ۾ ترمذيءَ جو چوڻ آهي ته اها حديث حسن ۽صحيح آهي.

[3] مناقب الامام احمد ص 173 ۽ ڏسو ص 153، 168

[4] اهو ابودائود سليمان بن اشعث بن اسحاق سجستاني "صاحب السنن" آهي، جنهن کي ذهبيءَ "امام ثبت سيد الحفاظ" ڪوٺيو آهي. سندس وفات 275هه ۾ ٿي. تذڪره الحفاظ (591/2). ان جو ترجمو تاريخ بغداد (55/9) ۾ ڏسو.

[5] السنه للخلال (صفحو 96)

[6] هن کي مسلم، "ڪتاب الجنائز" باب ما يقال عند دخول القبور والدعاءِ لا هلها (669/2) حديث نمبر (974) ۾ عطاءِ جي حوالي سان بيبي عائشه رضي الله عنها کان روايت ڪيو آهي.

[7] السنه لعبدالله، (307/1، 308) طبعه محققه

[8] السنه لعبدالله بن احمد (307/1)

د: اصحابي سڳورن جي باري ۾ سندس قولَ:

1- امام احمد جي "ڪتاب السنہ" ۾ هيءَ ڳالھہ لکيل آهي تہ "اها سنت آهي تہ رسول الله ﷺ جي سمورن اصحابين جون خوبيون بيان ڪيون وڃن ۽ انهن جي خامين جو ذڪر نہ ڪيو وڃي ۽ انهن اختلافن جو ذڪر نہ ڪجي، جيڪو انهن ۾ پيدا ٿي ويو هو. تنهنڪري جيڪڏهن ڪو ماڻهو رسول الله ﷺ جي اصحابين کي يا انهن مان ڪنهن هڪ کي گهٽ وڌ ڳالهائيندو تہ اهو بدعتي آهي، رافضي آهي، خبيث آهي، جفاڪار آهي، الله ان جا فرض ۽ نفل قبول نہ ڪندو. بلڪ انهن (اصحابين) جي محبت رکڻ سنت آهي، انهن لاءِ دعا گهرڻ، قربت حاصل ڪرڻ جي برابر آهي، انهن جي اقتدا (پوئواري) ڪرڻ وسيلو آهي ۽ انهن جي قول ۽ فعل تي هلڻ فضيلت آهي." پوءِ چيائين تہ "رسول الله ﷺ جي چئن اصحابين کان پوءِ سيئي بهتر آهي. ڪنهن لاءِ بہ اهو جائز نہ آهي تہ انهن جون خاميون بيان ڪري ۽ نہ ئي اهو درست آهي تہ انهن مان ڪنهن جي عيب جوئي ڪري يا انهن جي ڪنهن نقص تي طعنہ زني ڪري. جيڪڏهن ڪو ائين ڪندو تہ سلطان (وقت جي حاڪم) تي لازم آهي تہ ان کان پڇاڻو ڪري، ان کي سزا ڏي، ائين نہ جو ان کي معاف ڪري ڇڏي."[1]

2- ابن جوزيءَ، مسدد جي نالي لکيل احمد جي جنهن رسالي جو ذڪر ڪيو آهي، ان ۾ بيان ٿيل آهي تہ "۽ اهو تہ تون عشره (عشره مبشره يعني جنت جي بشارت مليل ڏهہ اصحابي سڳورا) جي لاءِ شهادت ڏي تہ اهي جنت ۾ آهن، يعني ابوبڪر رضي الله عنه، عمر رضي الله عنه، عثمان رضي الله عنه، علي رضي الله عنه، طلحہ رضي الله عنه، زبير رضي الله عنه، سعد رضي الله عنه، سعيد رضي الله عنه، عبدالرحمٰن بن عوف رضي الله عنه ۽ ابو عبيده بن جراح رضي الله عنه. جن جي لاءِ رسول الله ﷺ شهادت ڏني آهي، انهن لاءِ اسان بہ جنت جي شهادت ڏينداسين."[2]

3- عبدالله بن احمد لکي ٿو تہ:"مون پنهنجي پيءُ کان ائمہ جي باري ۾ پڇيو، تہ وراڻيائين تہ "ابوبڪر رضي الله عنه، پوءِ عمر رضي الله عنه، پوءِ عثمان رضي الله عنه، پوءِ علي رضي الله عنه."[3]

4- عبدالله بن احمد لکي ٿو تہ "مون پنهنجي والد کان اهڙن ماڻهن جي باري ۾ پڇيو، جيڪي چون ٿا تہ علي رضي الله عنه خليفو نہ هو. پاڻ وراڻيائين تہ "اهو خراب ۽ ردي قول آهي."[4]

5- ابن جوزي، احمد جي حوالي سان بيان ڪيو آهي تہ: پاڻ چيائين تہ "جيڪو عليءَ جي خلافت کي نہ ٿو مڃي، اهو پنهنجي گهر جي گڏهہ کان بہ وڌيڪ گمراه آهي."[5]

---

[1] ڪتاب السنہ للامام احمد ص 77، 78

[2] مناقت الامام احمد لابن الجوزي، ص 170، ڇپائيندڙ دارالآفاق الجديده

[3] السنہ ص 235

[4] السنہ ص 235

[5] مناقب الامام احمد ص 163، ڇپائيندڙ دارالآفاق

6- ابو ابي يعلي، احمد جي حوالي سان بيان ڪري ٿو تہ: پاڻ چيائين تہ:"جيڪو علي بن ابي طالب کي چوٿون خليفو نہ مڃي، ان سان نہ ڳالهائيندا ڪريو ۽ ان سان مناڪحت (نڪاح يعني مائٽي) بہ نہ ڪريو."[1]

## هہ- دين ۾ ڪلام ڪرڻ ۽ اجاين بحث بازين کان روڪڻ

1- ابن ابي يعلي، ابوبڪر مروزي کان روايت ڪئي آهي تہ مون ابو عبدالله کان ٻڌو، پاڻ چيائين تہ "جيڪو ڪلام جو قائل ٿيندو، اهو ڪامياب نہ ٿيندو ۽ جيڪو ڪلام جو قائل ٿيندو، اهو جهمي ٿيڻ کان نہ بچي سگهندو."[2]

2- ابن عبدالبر "جامع العلم" ۾ احمد کان اها ڳالهہ روايت ڪئي آهي تہ پاڻ چيائين تہ:"صاحب ڪلام ڪڏهن بہ ڪامياب نہ ٿو ٿي سگهي، ۽ اهو ممڪن ڪونهي تہ توهان ڪو اهڙو ماڻهو ڏسو جيڪو ڪلام جو قائل هجي، پر سندس دل ۾ فساد نہ هجي."[3]

3- هرويءَ، عبدالله بن احمد بن حنبل کان روايت آندي آهي تہ چيائين تہ:"منهنجي پيءُ عبيدالله بن يحيٰ بن خاقان[4] کي لکيو تہ مان صاحب ڪلام نہ آهيان، ۽ انهن مان ڪنهن بہ شيءِ تي ڪلام ڪرڻ درست نہ ٿو سمجهان، پر جيڪي الله جي ڪتاب ۾ هجي، يا رسول الله ﷺ جي حديث ۾ هجي، يا جيڪو ان کان سواءِ هجي، ان بابت بحث مباحثو ڪرڻ محمود نہ آهي."[5]

4- ابن جوزيءَ، موسيٰ بن عبدالله طرسوسي کان روايت ڪئي آهي تہ مون احمد بن عبدالله کان ٻڌو تہ "اهل ڪلام سان نہ ويهندا ڪريو، ڀلي پوءِ ڪٽي اهي سنت جي مدافعت ڪندا هجن."[6]

---

[1] طبقات الحنابلہ (45/1)

[2] الابانہ (538/2)

[3] جامع بيان العلم و فضلہ (95/2) ڇپائيندڙ دارالڪتب العلميہ

[4] اهو ابو الحسن عبيدالله بن يحيٰ بن خاقان ترڪيءَ واري آهي، جيڪو پوءِ بغداد ۾ رهيو. سندس باري ۾ ذهبي لکي ٿو تہ: "وزير ڪبير....متوڪل ۽ معتمد جو وزير.... ۽ (خليفي) متوڪل جي نظر ۾ قبوليت ۽ مرتبي وارو، ڪليل دل وارو ۽ سخي هو،" ابن ابي يعلي لکي ٿو تہ: هن اسان جي امام جون ڪيترين ئي ڳالهيون نقل ڪيون آهن انهن مان هڪ اها بہ آهي تہ پاڻ چيو اٿس تہ مون احمد کان ٻڌو، جنهن چيو تہ "مان پنهنجو پاڻ کي سلطان جي مال کان پري رکان ٿو، پر اهو حرام نہ آهي." سندس وفات 263هہ ۾ ٿي. سير اعلام النبلاءِ (9/13) طبقات الحنابلہ (204/1)

[5] ذم الڪلام (صفحو 216 – ب)

[6] مناقب الامام احمد ص 205

5- ابن بطہ ابوالحارث صائغ کان روايت ڪئي آهي تہ (امام احمد چيو تہ) ”جيڪو ڪلام ڪي پسند ڪندو، اهو سندس دل مان نہ نڪرندو ۽ توهان اهڙو ڪو صاحب ڪلام نہ ڏسندو، جيڪو (دليل بازيءَ ۾) ڪامياب ٿيندو هجي.“[1]

6- ابن بطہ عبيدالله بن حنبل کان روايت ڪئي آهي تہ مونکي منهنجي پيءُ ٻڌايو تہ مون، ابو عبدالله کان ٻڌو، پاڻ چيائين تہ:”توهان سنت ۽ حديث کي مضبوطيءَ سان جهلي رکو، الله توهان کي ان جو اجر ڏيندو ۽ توهان اجايو سوچڻ، بيفائدو بحث مباحثو ۽ جهڳڙو کان پري رهيو، ڇو تہ جيڪو شخص ڪلام کي پسند ڪندو، اهو ڪامياب نہ ٿو ٿي سگهي ۽ جيڪو بہ ڪلام ايجاد ڪندو، ان جو آخري معاملو بدعت واري پاسي هوندو، ڇو تہ ڪلام، خير جي دعوت نہ ٿو ڏي ۽ مان ڪلام، اجائي سوچڻ ۽ بي فائدو بحث مباحثو کي پسند نہ ٿو ڪريان ۽ توهان سنت ۽ اڳين عالمن جي قولن ۽ فقہ کي مضبوطيءَ سان جهلي بيهو، جنهن مان توهان کي فائدو نصيب ٿيندو، ۽ اجائي بحث مباحثي ۽ جهڳڙي کي ڇڏي ڏيو. اسان اهڙا ماڻهو بہ ڏٺا آهن، جيڪي ان کان واقف نہ هئا ۽ اهل ڪلام کان گوشائتا رهندا هئا. ڪلام جي پڇاڙي خير سان نہ ٿي ٿئي، الله اسان کي ۽ توهان کي فتنن کان بچائي ۽ اسان ۽ توهان کي هر قسم جي هلاڪت کان محفوظ رکي.“[2]

ابن بطہ ”الابانہ“ ۾ احمد کان روايت ڪئي آهي تہ پاڻ چيائين تہ ”جڏهن توهان اهڙو ماڻهو ڏسو، جيڪو ڪلام کي پسند ڪندو هجي تہ ان کان پاسو ڪريو.“[3]

---

[1] الابانہ لابن بطہ (539/2)

[2] الابانہ لابن بطہ (539/2)

[3] الابانہ لابن بطہ (539/2)

# پڄاڻي

متي ڪيل بحث مان اها ڳالهه پڌري ٿئي ٿي ته چئني امامن جا قولَ هڪ ٻئي سان ملندڙ آهن، چو ته سندن عقيدو ساڳيو هو، سواءِ ايمان جي مسئلي ۾ جو ان سلسلي ۾ ابو حنيفه (جو موقف) منفرد آهي. تنهن هوندي به اهو چيو ويو آهي ته هن، پنهنجي ان قول کان رجوع ڪيو هو.

مطلب ته اهو ئي عقيدو آهي، جيڪو مسلمانن کي هڪڙي ڪلمي تي جمع ڪري سگهڻ جي لائق آهي ۽ انهن کي دين ۾ تفرقي کان بچائي سگهي ٿو. چو ته اهو الله تعاليٰ جو ڪتاب ۽ ان جي رسول ﷺ جي سنت منجهان حاصل ڪيو ويو آهي، پر ڪي ٿورڙا ماڻهو آهن، جيڪي انهن امامن جي عقيدي کي سمجهن ٿا ۽ ان کي ائين سمجهن ٿا، جيئن سمجهڻ جو حق آهي ۽ ان جو ايترو فهم رکن ٿا، جيترو فهم رکڻ ان جو حق آهي، چو ته اها ڳالهه (عام) ماڻهن ۾ مشهور آهي ته اهي امام تفويض[1] جا قائل هئا، نص کي پڙهڻ کان سواءِ ڪجهه نه ڄاڻندا هئا، جڻ الله جي وحيءَ کي اجايو نازل ڪيو ويو هو، جڏهن ته الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته:

﴿ كِتَٰبٌ أَنزَلۡنَٰهُ إِلَيۡكَ مُبَٰرَكٞ لِّيَدَّبَّرُوٓاْ ءَايَٰتِهِۦ وَلِيَتَذَكَّرَ أُوْلُواْ ٱلۡأَلۡبَٰبِ ﴿٢٩﴾ ﴾ ([2])

(يعني: اهو ڪتاب آهي، جنهن کي اسان توهان ڏانهن نازل ڪيو آهي، بابرڪت آهي، ته جيئن ماڻهو ان جي آيتن منجهان ساڃاهه حاصل ڪن ۽ عقل وارا ان مان نصيحت وٺن)

اهو به فرمايو آهي ته

﴿ وَإِنَّهُۥ لَتَنزِيلُ رَبِّ ٱلۡعَٰلَمِينَ ﴿١٩٢﴾ نَزَلَ بِهِ ٱلرُّوحُ ٱلۡأَمِينُ ﴿١٩٣﴾ عَلَىٰ قَلۡبِكَ لِتَكُونَ مِنَ ٱلۡمُنذِرِينَ ﴿١٩٤﴾ بِلِسَانٍ عَرَبِيّٖ مُّبِينٖ ﴿١٩٥﴾ ﴾ ([3])

(يعني: اهو جهانن جي پالڻهار جو نازل ڪيل آهي، ان کي روح الامين توهان جي دل تي نازل ڪيو آهي ته جيئن توهان ڊيڄارڻ وارن منجهان ٿيو، واضح عربي زبان ۾)

الله تعاليٰ سندس آيتن ۾ تدبر ڪرڻ وارن ۽ نصيحت وٺڻ وارن لاءِ ڪتاب نازل ڪيو آهي ۽ ٻڌايو آهي ته اهو واضح عربي زبان ۾ آهي ته جيئن ماڻهو ان کي صحيح طرح سمجهي سگهن ۽ جڏهن الله تعاليٰ ان کي سندس آيتن تي غور ڪرڻ لاءِ واضح عربي زبان ۾ نازل ڪيو آهي ته ان مان لازم ٿئي ٿو ته جن ڏانهن ڪتاب نازل ڪيو ويو آهي، انهن لاءِ ان زبان جي تقاضا مطابق ان جي معنيٰ سمجهڻ آسان ٿئي. ٻيو ته جيڪڏهن ان جي معنيٰ

---

[1] تفويض: يعني سمورا اختيار خدا جي تحويل ۾ يعني هٿ ۾ سمجهڻ، ان معنيٰ ۾ جيڪا "جبريه" وارا وٺندا هئا. يعني بندي کي ايتري قدر تقدير جو قائل سمجهندا هئا جو آخرت ۾ جزا ۽ سزا جي معاملي جو ڪو سبب ئي نه رهي. پر هتي چٽائي ڪئي وئي آهي ته اهي چارئي امام اهڙي نظرئي جا قائل نه هئا - سنڌيڪار

[2] سوره ص آيت 29

[3] سوره الشعراءِ: آيت 192، 193، 194، 195

ڄاڻن ممڪن نہ هجي ها تہ ان کي نازل ڪرڻ ممڪن ئي نہ هو. ڇو تہ اهڙي تحرير جو ڪهڙو فائدو، جيڪا ڪنهن قوم تي نازل ڪئي وڃي ۽ اها ڪين سمجهہ ۾ ئي نہ اچي.

تنهنڪري اهو قول اصحابين ۽ تابعين ۽ انهن کان پوءِ ٿيندڙ عالمن جي عقيدي تي ظلم آهي ۽ انهن تي اهڙي تهمت آهي، جنهن کان اهي آجا آهن. اهي وحيءَ ذريعي نازل ٿيل حڪمن جي معنيٰ کان واقف هئا ۽ انهن کي چڱيءَ طرح سمجهندا هئا، ڇو تہ اهي نبوت واري دور جي قريب هئا، بلڪہ اهي سيني کان وڌيڪ ان کي سمجهڻ جي لائق هئا. اهي الله تعاليٰ جي عبادت اهڙيءَ طرح ڪندا هئا، جيئن قرآن ۽ سنت ذريعي ڪين سمجهائي وئي هئي ۽ جنهن کي الله پاران ڏسيل صحيح طريقو ۽ شريعت هجڻ جو عقيدو رکندا هئا. اهڙيءَ طرح جڏهن انهن پنهنجي معبود تائين رسڻ واري واٽ کي سمجهي ورتو تہ اهي پنهنجي معبود کي سندس انتها درجي جي صفتن جي ذريعي ڪيئن نہ ٿي سڃاڻي سگهيا ۽ انهن نص آيتن جي معنيٰ ڪيئن نہ ٿي سمجهي سگهيا، جن جي ذريعي الله تعاليٰ، پنهنجن ٻانهن کان پنهنجي سڃاڻپ ڪرائي آهي.

مطلب تہ انهن چئن امامن جو عقيدو ئي صحيح عقيدو آهي، جيڪو ڪتاب ۽ سنت جي هڪ صاف سٿري چشمي منجهان نڪتل آهي، جنهن ۾ تاويل ۽ تعطيل يا تشبيهہ ۽ تمثيل جي ڪابہ گنجائش ڪانهي. تعطيل ڪرڻ وارن ۽ تشبيهہ ڏيڻ وارن الاهي صفتن مان رڳو ايترو ئي سمجهيو آهي، جيترو مخلوق سمجهي سگهي ٿي ۽ اهو هن ڳالهہ جي برخلاف آهي، جنهن تي الله پنهنجن ٻانهن کي پيدا ڪيو آهي تہ سندس جهڙي ڪابہ شيءِ ڪانهي، نہ سندس ذات ۾، نہ سندس صفتن ۾ ۽ نہ ئي سندس افعالن ۾.

الله کان دعا گهران ٿو تہ هو هن رسالي مان مسلمانن کي لاڀ پهچائي ۽ انهن کي هڪ عقيدي ۽ هڪ واٽ تي، يعني ڪتاب ۽ سنت جي عقيدي تي ۽ نبي ڪريم ﷺ جي طريقي ۽ سنت تي گڏ ڪري ۽ الله هر ڪوشش جي پنيان آهي ۽ اهو ئي اسان لاءِ ڪافي آهي ۽ بهترين ڪارساز آهي.

وآخر دعوانا ان الحمدلله رب العالمين.

وصلي الله علي نبينا محمد وعلي آله وصحبه اجمعين